# سنڌي شعر

## چند سڳنڌ

ليکڪ:-

جهمٽمل کوبچند

ڀاوناڻي





# سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان سورھ ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# سنڌي شعر

## چند سڳند

ليکڪ:-

جهمٽمل کوبچند ڀاوناڻي
ائڊووڪيٽ
اجمير



قيمت ۲-۵-۰ روپيه

سال ۱۹۵۳] [ڇاپو پهريون

Printed by Shri Tilokchand Gopaldas at the 'Hindu' Printing Press, Khari Khuhi, Ajmer, and
Published by Shri J. K. Bhavnani B.A.,LL.B, Advocate, Diggi Chowk, Ajmer.

”ٻانُ نہ آهي تَندُ جو رُوُن رُوُن ڪَري راڙُ،
هَٿَندَڙَ سَندا هٿڙا، سيڪو ڇٽي سازُ،
سَتَ ڏيئي شَهِبازُ ٿيءُ نہ ٿُوڪَ پرائيين.“

شاهہ.

# آسيس !

ساهتيه هردي جي اُمنگن جي اُپج آهي. ۽ امنگن جا بہ ڪي وگيان پوروڪ نيم آهن. پر، نيم جي اڪري ارٿ ڪي چنبڙي پئبو، ۽ ساهتيه رچيندي، اهو ڏر رکبو تہ ڪنهن نيم جو اُلنگهن تہ ڪونہ ٿو ڪريان، تہ اُنهي رچنا مان رس خير ڪو ايندو.

انهيءَ جو ارٿ اهو بہ نہ آهي تہ ساهتيه ڪار يا ساهتيه ڳڻ ڪي ڇيڪ ڇڏي ڏجي تہ ڀلي نيمن جو اُلنگهن ڪندو وڃي.

منهنجو پيارو شاگرد ۽ ڪنهن سمي همڪار، جهمٽمل خوبچند ڀاوناڻي، سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهتيه جو چڱو ڄاڻو آهي. اسهڪار واري دؤر ۾ هن ڪي ڪهاڻيون لکيون هيون، جي سنڌي ساهت سوسائٽيءَ وارن ڇپايون هيون. انهن جو چڱو قدر ٿيو هو.

هيئنر هنجو هيءُ ڪتاب **چند سڳنڌ**، هن جي وڏ وس، هنجي علميت جي ساک ٿو ڀري.

سنڌيءَ جي پيار وارا هنجون الشڪ ڳوڙها ڳاڙيندا. هن محبت لاءِ هن داد گهٽ ٿي لڌو، پر جهڙيءَ سنڌي ساهتيه ڪارن مان شايد مان ئي هڪڙو ڇوڙو وڃي رهيو آهيان، جنهنجي آسيس ڪيس اهائي آهي تہ شال اچا بہ سرسوتي ديوي هنجون ويرون وير وڌ ڪري! شال اچا بہ هن ہر وڏي سگهہ وڌهي، جو هو سنڌيءَ جي شيوا ڪندو رهي.

١٠ سيپٽمبر ١٩٥٣ع
شانتا ڪروز، بمبئي

لالچند امرڏنومل جڳتياڻي.

# سمرپن

هيءَ "ڪانو ڪچ"
"آچيندي لج مران"
"پلئہ پاہو سچ"
ارپيم
لاشريڪ ساهتيہ صراف
شري لالچند امرڏني مل جڳتياڻيءَ کي

# سمرڻ

پريه پالڪ!

”سنڌي شعر“ — هيءَ ڪا، تنهن ڪوتا روپ
۾، ڪهڻي ڪهاڻي ڪانه اٿيئي.
”چند سڳنڌ“ — هيءَ به ڪا، تنهن ڪوتا روپ
۾، ڪومل سڳنڌت سامگري ڪانه اٿيئي.

اندر اٿيئي، خاڪ پالڻا، مٽيءَ پتلا، هڏن پڃرا — هئبت ۾ نه پوءِ. آهن برابر جهونن جڳن جا پڃرا، پر هرهڪ جي اٿيئي وچتر دشا! هڪ هڪ اندر، اڄ به — ڏسندين، هڪ هڪ هري ڀري دل — اها دل جنهن منجهان هر هميشه اها هيڪار نڪتي، جنهن، بيشمار تو مون جهڙن جي دکي دلين کي بهار ڪيو، باغ باغ ڪيو.

انهن خاڪ پتلن وچ ويهي، انهن دلين جو واس وٺي، پنهنجي قلب جي ڪرڻ ڦل ۾ چڪائي، هڪ مهارشيءَ لچوڙيو سڳنڌ سار. مهارشيءَ جو نالو هو مهاتما **پنگل.** سندس قلب جي ڪرڻ ڦل مان جيڪو عرق چڪائجي، ٻوند ٻوند ڪري ٻاهر نڪتو، سو نه هاڻ سڏجي ٿي **پنگل.**

ٻري ٻانڪا! اُهائي سڳنڌ، هن پستڪ جي ٻرڪن اندر ڀيل اٿيئي، جن ٻرڪن اندر ڀڃڻ اٿيئي اُهي ئي خوشبوءِدار خاڪ پاندا. اُنهيءَ سڳنڌ جو پيو نالو اٿيئي **"چنڊ"**.

اها سڳنڌ، سنڌ ۾ هئاسين، تڏهين تہ سنگهي هئيسون. مها ڪوي شاهه ڀٽائيءَ جي هردي جي هبڪار، الي ٿي سندس عطردار ڏوهيڙن منجهان ماٺي هئيسون. ۽ جنهن سامگريءَ منجهان، اهو عطر چڪائجي نڪتو هئو، انجي ڄاڻ ڪانہ هئي سون.

سنڌ ۾ اها سرسري سڌ هوندي هئيسون تہ شاهہ عبداللطيف جي ڏوهيڙن جي رچنا **"دوها"** ڇندن ۾ آهي ۽ نہ علم عروض ڇندن ۾، پر "دوها" ڇا آهي، سندس ڳڻ ڪهڙا آهن، هندي دوها ۽ سنڌي ڏوهيڙا، تن جي وچ ۾ سمانتا ڪهڙي آهي ۽ ڀيد ڪهڙا آهن، انهيءَ سموري وشيہ بابت اُچاتري ڄاڻ بہ ڪانہ هئيسون. انهيءَ وشيہ تي، ڪنهن جو ليک، جي دل ڪي لٽي آئڙيو، تہ انجي ٻرڪہ بہ ٿي نہ ٿي سگهي، ڇاڪاڻ تہ، نہ سنڌيءَ ۾ اهڙو ڪو پستڪ رچيل هئو ۽ نہ ورتي انهيءَ وديا ڪاڻ ڪي انهيءَ دور ۾ ڪو چاهہ هئو.

ڪوين جي اسان وٽ ڪڏهن ڪمي ڪا نہ رهي آهي. اوٽ تي اگر ڪيترا وارا نظر پوڙ پيدڙ بہ اسان وٽ هميشهہ بيشمار ٿي ٿيا آهن. ڪڏهہ رچنا يعني نثر جا ليکڪ اسان وٽ گهٽيئي، اعليٰ درجي جا ٿيندا آيا آهن.

۾، ساهتيہ جي سرشتا جو گهڻو مدار جن وشين تي آهي، تن ۾ **ڪاويہ شاستر** يا **علم شاعري** مکيہ وشيہ شمار ڪجي ٿي. انهيءَ وشيہ کان، اسانجو ساهتيہ ڇڙجي نڪي نہ وڌران آهي. اهوئي سبب آهي جو اسانجي سنڌي ڪاليجي وديارٿين ڪاڻ، سنڌي شعر جا فقط انتخاب ميسر آهن جي ٿي ڪين وڏي ۾ وڏي امتحان لاءِ پڙهڻا پون ٿا. ٻئي طرف، هندي، اردوءَ ٻين مڙني ٻولين ۾ ڪاويہ شاستر يا شاعري علم تي ڪتاب لکيل آهن جنهن سبب، ٻين ٻولين وارن ودياريٿين جي پڙهائي انهيءَ ڏس ۾ مٿيري آهي.

ورهاڱي بعد، هندستان ۾، هندي ڀاشا جي ابياس لاءِ چاه جاڳيو. هندي سکڻ بعد، ويچار ٿيو تہ ”دوها“ جو ابياس ڪري، شاه لطيف ۽ ٻين سنڌي مها ڪوين جي ڏوهيڙن جي پرک ڪجي. ابياس ڪندي، ڏٺو ويو تہ ”دوها“ هڪ **ڇند** آهي، جنهن جو ڇند وديا سان پروڄن آهي، ۽ نہ سنگيت وديا سان. جڏن سنڌ ۾، ميان محمد صديق ميمڻ ۽ ٻين بہ ظاهر ڪيو. انهيءَ ڪري، ڇند شاستر (يا پنگل شاستر) جو اونهو ابياس ڪيو ويو، جنهن جو ڦل، هيءُ پستڪ آهي.

جڏهن اول، هن وشيہ جو ابياس ڪري، ڇند وديا جي نيمن سان سنڌي شعر پرکيو ويو، جڏهن اها پيت ڪندي، شاه لطيف، ٻين مها ڪوين ۽ چالو دور جي

شاعرن جي شعر منجهه ڪئين قسمن جون ڇند رچنائون پرسڌ ٿيون، تڏهن اهــا خوشي پيدا ٿي جا جيڪر ڪنهن خرابي ليندي ٿئي، پر مولکي اهو خواب خيال خيال ڪونه هو ته منهنجيءَ محنت جو قل، سنڌيءَ جي مها ودوان ساهتيه ڪارن کي اهڙو ته پسند پوندو جو اهو قل، هن ڪتاب جي صورت اختيار ڪندو ۽ ڪاليجي وديارٿين لاءِ هڪ درسي ڪتاب مقرر ٿيڻ جو امڪان ٻڌبو. جيڪي لکيو هوم سو ٻنا ڪنهن اهڙي ويچار جي، ڪٽي شري لالسنگهه اجوانيءَ ڏي پڙهڻ ڪاڻ مڪر جنهن جي ساراهه شرمايم. پوءِ ته شري لالچند امرڏنو مل جڳتياڻيءَ، شــري منگهارام اڌارام ملڪاڻيءَ ۽ شري نارائڻداس ميوارام ڀمياڻيءَ به نظر مان ڪڍيو ۽ جيڪي ڇپائون تنهن همٿايو. آءٌ مڙني جو ٿورائتو آهيان.

همٿائڻ سياويڪ هرڪائيندو آهي ۽ السله وڌائيند آهي، انهيءَ ڪري هن ڪتاب جو نالو "سنڌي شعر رکي، هن ٻهرئين ڀاڱي کي "ڇند سڳنڌ" ڪوٺي، ٻ لکيس، علم عروض موجب جڙيل سنڌي شعر جي و کي. ائين، "سنڌي شعر" جو ٻيو ڀاڱو، نالي "عط عروض" جڙي راس ٿيو ۽ اها وڏيڪ ترپت ڳالهه ٿي جو، ٻيو ڀاڱـــو، ساهتيه ڪارن کي هيڪا پسند پيو.

ڪاويه شاستر جو پروجن هيٺين وشين سان آهي:-

١- ڪاويه جو اُديش، لڪاس ۽ سروپ
٢- ڪاويه شبد ۽ ڪاويه ارٿ
٣- ڪاويه شبد شڪتي ۽ ڪاويه ارٿ شڪتي
٤- ڪاويه شبد ۽ ارٿ جا گڻ ۽ دوش
٥- ڪاويه رُوپ
٦- ڀاو ۽ رس
٧- النڪار
٨- نٽيه شاستر (Dramaturgy)
٩- ڇند شاستر

منجهائن، اڳا لـــ ٻوئين ۽ وشيه لئي ٿي هي ڪتاب لکي ٻورو ڪيو اٿم، جيتوڻيڪ منجهس ڀاو، رس النڪار سنبنڌي سامگري ٻڌ، سرسريءَ ريت سمايل آهي ۽ عطر عروض واري ڀاڱي ۾ شاعري علم گهٽو ڻ درج ڪيل آهي. شري لالچند جڳتياڻيءَ جي آسيس اُثرائتي ٿي ته ڪاويه شاستر جي ٻين وشين لـــي پستڪ تيار ڪري، سنڌي ڀاشا ۽ سنڌي ساهتيه ج شيوڪ سڏجڻ جو اڌڪار پرائيندس.

ماتر ڀاشا لاءِ محبت هر ڪنهن کي آهـــي. هر د اندر، جهڙو اُمنگ ماتا لاءِ اٿي ٿو، اهڙوئي اُمنگ، ڀاشا ڪاڻ اُٿي ٿو. ماتر ڀاشا لاءِ پريم، حب وط جي ورڌ ڪين آهي. ڀاشاوار پرانتن لاءِ جيڪو آند

جاري آهي سو به حب وطنيءَ جي ورق کين آهيءَ پر، پاشا سنڌيءَ ۾ الساه جو ئي لبوس آهي. پاشا، سيبتا جو مکيه پاڻو آهي. اسان سنڌين کاڻ پنهنجيءَ پاشا سنڌيءَ کي ته پاڻ وڏي اهميت آهي. سنڌي ٻوليءَ کي سائي رکڻ ۽ سٺيي ڪرڻ سان ئي، سنڌين ۽ سنڌيت جو بچاءَ ٿيڻو آهي. ڇاڪاڻ ته اسان کي پنهنجو جنم استان وسارڻو ئي آهي، تنهنجو مطلب اهو آهي ته پنهنجي پاشا به پلجي وڃون.

اهي مڙئي ويچار دل ۾ رکي هيءَ ڪم پورو ڪيم. انهن ويچارن جي مد نظر ئي اميد ته، پيا ادبي عالم، هيءَ ڪتاب همدرديءَ سان نظر مان ڪڍندا ۽ انهيءَ ڳالهه ڏي مکيه ڌيان ڏيندا ته آءٌ هڪ سيکڙاف آهيان، نه سنڌن جهڙو ماهر.

شيوا ۾: جهمٽمل کوبچند ڀاوناڻي

## ڏنيــواد

هيءَ ڪتاب اجمير جي "هندو" (اليڪٽرڪ) پرنٽنگ پريس ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. سندس مالڪ، شري ٽلوڪچند گوپالداس جو ٿورائتو آهيان جنهنجي دلچسپيءَ ۽ سرجوشيءَ سان، ڪتاب، هيءَ سهڻي صورت اختيار ڪئي آهي.

ڇاپي جون چوڪون خبر کي آهن، جنمان، پڙهندڙ هيٺين کي ويچار ۾ آڻي پڙهندڙن.

## درستي

صفحه ٦٩-٧٠ "ملحل" بدران پڙهو "ململ"
" ١١٨ ۽ ١٢٢ "اديوس" برابر آهي "اڄرج" جي، ۽ "بچان" جي.

# سُوچي

آسيس - شري لالچند امرڏنومل ڄڳتياڻيءَ جي
سمرپڻ - شري لالچند امرڏنومل ڄڳتياڻيءَ کي
سمرتي - شري جهمٽمل ڀوڄچند ڀاوناڻي

# مهاڳ.

سوکيم ۽ لطيف جوهر جي اظهار لاءِ ۽ شايد ظهور لاءِ به استول قالب جو هجڻ ضروري آهي، ۽ نيمن ۽ بندشن جي پالنا واجب آهي. هوا جي چرپر ۽ روشنيءَ جا ترورا ليسين غائب آهن جيئن مٽيءَ جا ذرا نه آڏامن ۽ بجليءَ جي پرڪاش لاءِ پيانڪ ڪکر کپن يا گهٽ ۾ گهٽ شيشي جا بلب. هزارن رنگن مان اسانکي ڏسڻ ۾ اچن خالي ست، ٻين جي ڏسڻ لاءِ خاص ڪلون ٺيون ايجاد ٿين. آواز ته سڀ آڪاش ۾ پکڙيل آهن پر آڪاش واڻي ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ لاءِ ٽرنسمٽر کپن ۽ ريڊيو جا سيٽ. ديوتائون ۽ فرشتا ڀلي ته پاڻکي خوش ڪن ته اسين روپ ۽ رنگ، جسم ۽ پاڇي، مڪان ۽ زمان جي قيد کان آجا آهيون، پر رکي رکي اُنهن کي ڪکي پيو ته مڪتيءَ يا سرگتيءَ لاءِ ليت انساني جامو اختيار ڪرڻو پوندو ۽ ڄمڻ ۽ مرڻ، جهڙڻ ۽ لهائڻ، ڪٽڻ ۽ مرچڻ جي قيد ۾ بند ٿيڻو پوندو. ڇيو ڪين اڻن ته مالڪ به پاڻکي سرشٽيءَ جي قالب ۽ مايا جي بندشن ۾ جڪڙيو

آهي، پرڪاش لاءِ اظهار لاءِ — يا شايد روشني لاءِ؟

•

انهيءَ ڪري سياويڪ آهي تہ انسان جي باريڪ ۽ باريڪ ۽ لطيف ۽ لطيف جوهر جي پرگهٽ ٿيڻ لاءِ، پرڪاش لاءِ، قالب جو گهڙجڻ ۽ نيمن ۽ بندن جو ستاءَ بلڪل ضروري آهن. اهو جوهر آهي **شبد** جنهن جي لاءِ ڪرستانن جي پستڪ ۾ چيل آهي تہ شبد آهي انادي ۽ ايشور سان سنمک، بلڪ ايشور جي ذات. انهيءَ شبد لاءِ ڪويءَ آکيو آهي:

شبد هي ماري بن گئي، شبد هي ڪيا راج،
جو يہ شبد بوجهيا، تاڪا سريا ڪاج.

هنر گهڻا ۽ ڪلائون گهڻيون، ڏاليون گهڻيون ۽ صفاليون گهڻيون پر شبد جي ڪلاءِ هنر، شبد جي ذات ۽ صفات سان ڪنهن جي ڀيٽي ڪانهي. ماڙيون ۽ محلات، بت ۽ پٿر، انجڻيون ۽ ڪلون، انساني گيان ۽ وگيان جا ڪل چمتڪار، شبد جي سوکيمتا ۽ تراکت، سندرتا ۽ لطافت اڳيان ڀيڻ ولا ۽ ڪچا، ڦڪا ۽ ڦڪا ٿا لڳن. انهيءَ ڪري ئي

شبد جي سواميءَ، يعني ڪامل ڪويءَ ۽ شاهاڻي شاعر جي پدويءَ لي، ڪو به ڪلاڪار ۽ ڪاريگر رسي نه ٿو، نڪي رسڻ جي دعوي ئي ٿو ڪري؛ انهيءَ ڪري ئي سيني ديسن ۾ ڪوي يا شاعر کي پير ڪري ٿا پوڄين ۽ اولياءَ جو عهدو ٿا عطا ڪن:

گنج خانا گپت غيبي خاص ڪولڻ واسطي،

آهه قدرت کان مليل ڪامل ڪويسر کي ڪليد.

پر اڪثري هڪ شنڪا شبد جي شرون ڪندڙن جي هردي ۾ رهجي ٿي وڃي: ڇي، ڪوي يا شاعر جڏهن اولياءُ ٿيو، الهامي پرش ٿيو ته پوءِ هو نيمن ۽ قاعدن ۾ ڇــو بڌجي، خاص قالب يا سانچي جي ڇو تلاش ڪري؟ هن جي زبان ۾ آهي سرسوتي، هن جي وات مان ڪرن موتي، پوءِ هو ڇو انڪجي ڇند جي قيد ۾، يا وزن ۽ قافيه جي وڪڙن ۾؟ ڇو نه سمجهجي ته شاعر جو اکر اکر شرتي آهي ايشور واڻي، پد ڪان پري، ڳڻت کان ڳورو، انهيءَ ماڻڪ وانگيان جنهن لاءِ چيو اٿن:

ماڻڪ مڇ هٿان پيٽيءَ ۾ پرزا ٿيو،
سچو ٿان سيد چئي لهي لڪ سوا،
پڳي پڄاڻان، پڌ مان پري ٿيو.

اهڙن شرطن کي وسارڻ نه کپي ته قالب بنان ۽ نيم بنان شبد ائين وڃڻ جي ويندو، ڦسي پوندو ۽ نيٺ غائب ٿي ويندو جيئن گهر ۾ بجلي يا پاڻ جي گئس الوپ ٿي ويندي جي بلب يا مينٽل، بتي ۽ سوچ هجن ئي نه، يا انهن ۾ ڪو رولو هجي. جي بجليءَ جي سونهن اسٿول قالب سواءِ اوندهي آهي ۽ پريميءَ جو پريم جسم جي جنبش ڏاران مڏو ۽ جڏو جيئڻ آهي ته شاعر جو شعر به چٽي ۽ پلي قالب بنان ۽ پد ۽ وزن بنان اُنهيءَ جل وانگر آهي جنهن کي نه ڪپ هجي نه چوڙ، جو وهي وڃڻ ٿي نيٺ واري ٿي وڃي، جنهن مان نه اُڃن جي اُڃ لهي نه رڻ پٽ سبز ۽ شاد ٿئي.

سنڌ جي سرتاج شاعر شاه جو اندر اٿاريندر شعر پڙهندي، مون ور ور ئي پاڻ کان پڇيو آهي ته ڇو جن ڪين ساراهيو آهي تن به اها سار ڪانه

لڏي ته سنڌس شعر جو قالب کھڙو آهي ۽ سنڌس شبد جي سنڌ رتا ۽ سرلتا، سرود ۽ سنجاوٽ کھڙن ليمن جي پالڻ ڪري پرگھٽ آهن- گھڻو ڪري سيني صاحبن "دهرو" لفظ اُچاري پي بس ڪئي آهي، ۽ اهو اثر پي پڙهندڙن لي وڌو آهي ته ڪل سنڌي شعر (سواء اُنهيء جي جو پارسي عربي علم عروض لي بدل آهي ۽ جو بلڪل تازو چيل آهي) هندي دوهرن جي ڪچي پڪي ۽ اڌ جهنگلي طرز لي بدل آهي. چاليهه ورهيه اڳ مرزا قليچ بيگ **سنڌي شعر** جي ڪتاب ۾ لکيو آهي: " اُنهي طرح جيڪو سنڌي شعر پهرين چوڻ ۾ آيو سو ٻين ملڪن جي شعر وانگي قصن ۽ جنگين بابت هو ۽ اڪثر اڻ پڙهيلن ماڻهن جو چيل هو... اهو سنڌي شعر سترهين صديء جي شروعات تائين هليو پوء انهن دهرن يا بيتن ۾ هيٺري ڦير گھير ٿيڻ لڳي ته هرهڪ بيت جي جدا جدا قافين هئڻ جي بدران گھڻن بيتن جو هڪڙو قافيو رکي پوء ٻيو وري قافيو وڌائون... ٻي ڦير گھير وري مداحن جي حالت ۾ ٿيندي هئي جنهن هرهڪ دهري ۾ لنڊيون لنڊيون لکون رکندا هئا ۽ مهڙ واري مصرع بند يا "ڪورس" وانگي بيت بيت جي پنيان آڻيندا هئا... اهو آهي عام نج سنڌي شعر جو اوائل وارو نمونو، جو عيسويء

سورهين ۽ سترهين صديءَ لـائين هليو. ارڙهين صديءَ جي شروعات ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو ڪلام ظاهر ٿيو. سو به ڌهرن يا بيتن ۾، پوءِ انهن ۾ نئي ڦير گهير ڪرڻ لڳو... ٻي ڦير گهير شاهه صاحب هيءَ وڌي ته ٻن مصراعن جي بدران وڌيڪ مصراعون وجهڻ لڳو... ۽ ڪنهن مصراع ۾ ڪا وڌي آيت يا ڪنهن ٻئي شاعر جي مصراع وجهي وزن ڪان وڌائي تمام ڊگهي ڪري به وڌائين... اهي آهن اوائل جي جهنگلي يا اڻ سڌريل نظم جون نشانيون"... ساڳيو رايو ٻيا سندي ساهتيه ڪار ڏيڻ لڳا جنهن ڪري ڏارين ليڪڪن ڊاڪٽر سورلي پارن ڪي همت ٿي جو اُنهن شاهه جي شعر کي جاميءَ ۽ ٻين اهڙن پارسي شاعرن جي ڀيٽ ۾ ادنيٰ ليکيو ۽ گينوارپڻي جو خطاب ڏنو. مونکي رڳو هڪ سندي ليکڪ جي يادگيري آهي جنهن چيو ته (هندي) چند ودّيا جي ليمن لي شاهه جو شعر پورو پيئنل آهي ۽ ماترائون ڳڻبيون ته ڏسبو ته ڪاريگري ڏيکاريل آهي. هندو ڪاليج دهليءَ جو پرنسيپال نالڪرام ٿڌاڻي اڪيلو سندي هو جنهن اهڙو رايو ڏنو هو. پر هن صاحب جدا پسنتڪ ڪون لکيو انهيءَ وشيه لي. جيسين سنڌ ۾ هئاسين ليسين غزلن ۽ مثنوين، رباعين ۽ قطعن، مسدسن ۽ مستزادن جي عشق جي پيچ ۾ پيل هئاسين ۽ انين ٿي سمجهوسين

ڄاڻڪ سڌريل سنڌي شعر لکڻ وٺي ثابت علي شاه، خليفي گل محمد ۽ سانگيءَ وٽان ڄڻ پارسي- عربي علم عروض جي پٺ ورتي هئي. پر پارت ۾ اچڻ کانپوءِ سنڌي ٻولي ۽ سنڌي شعر بنسبت ٻيا ويچار ڪرڻ لڳاسين. مون **شعر ٻيوس** جي مهاڳ ۾ لکيو: ”وقت آيو آهي جو تڏي سيني سان ويهي ويچار ڪريون ته شاهه، سچل ۽ ساميءَ جي ٻولي ڪا فارسي ۽ عربي يا ڪئمپ واري ڪريل اردو ٻولي نه آهي، ۽ نڪي سنڌي شعر فارسي- عربي علم عروض جي قاعدن جو محتاج آهي. سنڌي ٻولي توڙي سنڌي شعر هڪ مرڪب آهي، ميلاپ آهي، معجزو آهي جنهن ۾ سنسڪرت ۽ سنسڪرت جي ڌارائن مکيه پاڳ ورتو آهي“. اهڙن ويچارن ۽ اهڙين شنڪائن گهڻن ٻين جي به دل ۽ دماغ کي لوڏيو آهي.

منهنجي متر ۽ اڳوڻي شاگرد شري جهمٽمل ڀاوناڻيءَ مون لئي ۽ سيني سنڌين لئي تورو ڪيو آهي جو بيحد محنت ڪري، ڪيترين ڀاشائن ۾ آيل پستڪ، شعر ۽ ڪوتالي، اُتلائي پتلائي، هن شاه، سچل، ساميءَ ۽ ٻين سنڌي شاعرن جي شعر جي ٻيهڪ، وزن، طرز جي باريڪ کوجنا ڪئي آهي ۽ سنڌ هند جو

ساهتيڪ ناٺو اروار ڪري بيهاريو آهي. هيٺئر ڪو ڪون چوندو تہ اسانجا اوائلي شاعر قاضي قاضن ۽ سيد عبدالڪريم يا سرتاج شاعر شاهہ، اڻ جهنگلي هئا، شعر جي ليمن يا بيهڪ ۾. شري جهمٽمل اهڙن طرفن ڏي رخ رکيو آهي (مثلا ڏن ۽ النڪارن ڏي) جنهن بابت ڪنهن بہ سنڌي ساهتيہ ڪار اڳ تہ دلچسپي ڏيکاري آهي نہ ڄاڻ ڪئي آهي. ساڳي وقت هن صاحب پارسي عربي علم عروض مطابق جوڙيل سنڌي شعر لي بہ بخوبي روشني وڌي آهي. هڪ پاسي سندس نظر اچا نہ ويئي آهي يعني انهي قسم جي سنڌي شعر لي جو انگريزي نظم جي طرز لي چيل آهي (”انهي طرح انگريزي ناٽڪن جي ڪتابن جي طرز لي هيٺئر هندستان ۾ بلئنڪ ورس جو رواج پيو آهي — ۽ ڪيترن انگريزي نيوٽن لي ڏيهي راڳ چوڻ ۾ اچن ٿا جي سب چڱا ٿا لڳن. انهيطرح استادن جي شعر چوڻ يا ٻين قومن جي عمدي شعر يا راڳ جو ترجمو انهي شعر جي طرز لي سنڌي شعر ۾ آڻڻ اها هڪڙي عمدي ڪوشش آهي سنڌي شعر جي ترقيءَ لاءِ —“ مرزا قليچ بيگ)، ٻي پڪ آهي تہ هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ ڇند ود يا ۽ علم عروض ڪالهوءِ هڪ

پيو ۽ پاڻ انگلينڊ ڇهين انگريزي پراسدي جي طرز تي لکيل سنڌي شعر جي ڇند چاڻ ٿيل هوندي.

مان شري جهمتمل ڀاونانيءَ جي اکر اکر سان شامل راءِ نه آهيان خاص ڪري جڏهن هو صاحب شاهه عبداللطيف لاءِ چئي ٿو ته ڪيس ڇند ودِيا جي آدي نيمن جي سڌ ڪانه هئي نه ڪي پارسي- عربي علم عروض کان واقف هو. شاهه واسطي مرزا صاحب چيو آهي: ”اگرچ شاهه صاحب پارسي شعر مان واقف هو ۽ بحر ۽ وزن جي خبر پئي سگهيس ٿي ته به هن ٿوري پارسي طرز پسند نه ڪيو ۽ نه پارسي لفظ استعمال ڪيائين“، ۽ ڪو وقت ايندو جو شري جهمتمل به مڃيندو ته ڇند ودِيا جي آدي نيمن جي ڄاڻ بنان شاهه اهڙو ڪمال نه ڪري ڏيکاري ها (”نه فقط دوها ۽ سورٺا جوڙ بڻ کان وٺي پندرهن پنڪتين تائين وڃي ڀاڳ پوليون اٿس، پر دوها ۽ سورٺا ڇندن ڪانسواءِ ٻيا ڇند به استعمال ڪيا اٿس“). ڇند ودِيا، علم عروض ۽ پراسڊي تي پستڪن پڙهندي هڪ ڳالهه وسارڻ نه کپيئون ته اهي ودِيائن جا نيم ۽ قاعدا ڪي ٻاهران آندل نه آهن پا سرشٽيءَ جي آد کان اکر ٻل ڪين آهن. سمي سارو ۽ شاعر جي گهرجن ۽ امڪن سارو اهي نيمن ۾ ڪي به ڦيرڦار ورن ڪري سگهجن ٿيون ۽ ٿين به

ٿيون، خاص ڪري زلده ۽ ”وس پريل ٻولين ۾.
انگريزي شعر جا ڪيترا نيم نه هر هڪ صديءَ ۾ ٻيا
بدلجن سدلجن ۽ خود آدي نيم به ٻيا انقلاب جي
چڪر ۾ اچن. ڪو به اول درجي جو سنڌي شاعر
جاڳندو ته هو نڪي ڇند وديا نڪي علم عروض اڪي
پراسڊي جو غلام ٿيندو. هان، قالب ۽ نيمن جو برابر
خيال رکندو پر جيڪا ڦير گهير دل ٿي ٿري ايندس
سا ڪري ويندو. اسان جي هولدي هولدي بيوس
شاعر اهڙا تجربا ڪري ڏيکاريا آهن.

شري جهمٽمل ڀاوناڻيءَ جي بيت ڪجي ته انهن
جوڙن سان جن جهنگلن ۽ برپٽن ۾ پيچرا بنايا آهن جتان
پانڌيئڙا سلامتيءَ سان لنگهي وڃن. ڇند وديا جا نيم
هنديءَ تان اُتاري ۽ علم عروض جا قاعدا پارسي شعر
مان وٺي هن سنڌي شعر جي قالب ۽ نيمن کي پڌري
پٽ ڪري بيهاريو آهي. پڻ ليڪن سنڌي شعر جي
جان ۽ روح ڏانهن ڌيان ڇڪايو آهي، شري جهمٽمل
ڀريون شخص آهي جنهن جسم ۽ انگن جي بيهڪ لي
خلاصو بحث ڇيڙيو آهي جو سنڌي شعر جي شاهڻ
لاءِ سولهون ٿيو آهي.

٢٨ نومبر ١٩٥٣
**لالسنگهه اجواڻي**

پاڱہ پھریون.

# چند ودیا جا سرل نبڌ.

اچي گمت غواص، جنن سمنڊ سوجھيائون،
پيھي منجھ پاتار ۾، ماڻڪ ميڙ پائـون،
آڻي ڏنائون ھيرا لعل ھتن سين. (شاھہ)



**ورڻ ۽** ودیا - ساگر اندر، ولوڙ وجھي، ودوانن **ورڻ مالھا** ورڻ - روپي ماڻڪ ميڙي، منجھا ئن جوڙي ڏني "ورڻ مالھا". سنڌيءَ ۾ سرواھي ريت، "**ورڻ مالھا**" بدلـــي چئون "الفـــ - بـ" يـا "آئيو بتا" ۽ "**ورڻ**" بدلي چئون "حرف" يـا "اکر". "ورڻ" شبد جا پيا بہ ارٿ آھـــن: ھڪڙو آھي "رنگ"؛

"جا ڏِٺہ تاري! اڱيان، جو،
روُپ رَنگروءِ ورن ورن؟"

ٻيو ارٿ آھيس: "ذات"؛

"جتي تون مان ناتھ ڪا، اکو جاتہ ورن." (سامي)

**سُرَ ۽ وينجن** ورن ٻن پرڪارن جا آهن: هڪڙا آهن "سُرَ" يا "سُرَ." سنڌيءَ ۾ چئبو ت "حرف علّت". ٻيا آهن "وِينجَنَ" جنکي سنڌيءَ ۾ ڪوٺيون "حرف صحيح." "وينجن" شبد جو اصلي ارٿ آهي "ويگر" يا "چِهرَ". "سُرَن" کي "وينجن" جي چهر لڳائي جوڙيون "**شبد**." "شبد" بدران سنڌيءَ ۾ "لفظ" ٻ چئون ٿا "اکر" ٻ چئون.

**اَڇرَ** هر هڪ شبد جا ٽِين "پد". هنديءَ ۾ "پد" لاءِ چَوَنِ "اِکشرَ". سنڌيءَ ۾ "**اڇر**" ٻ چئون. (اَ = نه ۽ کشر يا ڇر = جو ڇجي سگهي، پُري سگهي، ناس ٿي سگهي.) "اڇر" جو ارٿ ٿيو، شبد جو اهو ڀاڱو جو وڌيڪ ڇجي نه سگهي.

**سر اڇر ۽ وينجن اڇر** "اوم" شبد اُچارڻ ۾ سُرُ هڪڙو وئي ٿو نڪري، "او" جو. انهيءَ شبد اُچارڻ لاءِ چپ هڪ ٻئي ويجهو ٿا ٿيون. "م" اُچارڻ لاءِ چپ الڳ ٿيو ٿا ٿيون. "م" کي نه آهي زبر، نه زير ۽ نه پيش. سنڌيءَ (عربي-فارسي) ۾ اهڙو حرف صحيح جنهنکي سُرُ نه هجي اُنکي چئون "ساڪن." هنديءَ ۾ "ساڪن" بدران وري ٻ چئون "**وِيَنجَن اڇر**" يا رڳو "وينجن". اڇر جي

ٻٽجن ۽ ويهجن شمار ۾ نٿي ڪين اچن.

”تَوَمَ“ شبد ۾ ”مَ“ کي پنهنجو الڳ آواز آهي. ”مَ“ اُچارڻ لاءِ، چپ الڳ ڇوڙڻا ٿا پون. اهڙي پد کي سنڌيءَ (عربي-پارسي) ۾ چئون ”متحرڪ“. ”مَ“ کي زبر آهي تنهنڪري ”تَوَمَ“ شبد ۾ ٻه ”سُرَ اَچرَ“ آهن. ”اوم“ ۾ رڳو هڪڙو ”سُر اچر“ آهي.

**لگهوءُ ۽ گُروُ اچر** اَچر هڪڙا تين ڇوٽا ۽ ٻيا ڊگها. زير، زبر ۽ پيش وارا اچر آهن ڇوٽا اچر. هنديءَ ۾ چون ”لَگهوُ اَچرَ“ يا ”هِرَسوَ“ اچر. آ، اي، ايءِ، اُو، او، اؤ وارا اچر آهن ڊگها اچر. هنديءَ ۾ چون ”گُروُ اچر“ يا ”دِيرگه“. ڇوٽن (لگهو) اچرن جي چِنهه آهي اُڀي ليڪ (I) ۽ ڊگهن (گروُ) اچرن جي چِنهه آهي (S). ويڃن اچر نه ڇوٽا ۽ نه ڊگها ليکجن. ليکي ۾ آهن نٿي ڪينَ.

**ماترا** ڇوٽن پدن (لگهو اچرن) اُچارڻ ۾ جيڪا ويرم لڳي ٿي انکي چون هِڪَ ”ماترا“ (Instant). لگهو اچر آهن اِڪ ماترڪ. ڊگهن پدن (گرو اچرن) اُچارڻ ۾ لڳي ٻيڻي ويرم

لڳي، يعني اُهي آهن ”دو ماترڪ.“ ساڪن (و يڃن) اکرن لاءِ ڪي به ماترائون شمار نه ڪجن.

**واڪيه ۽ رچنا** ورڻن مان جُڙن اَکَرَ، اکرن مان شبد. شبدن مان جُڙي **”واڪيه“** جنهنکي سنڌيءَ ۾ چئون ”ست“ يا ”جملو“. جملا جوڙي ٺاهيون ”مضمون“. هنديءَ ۾ ”مضمون“ بدران چئون **”رچنا“.**

**گديه، پديه، چَمپوُ** رچنا ٽِئي ٽن نمونن جي: هڪڙو **”گديه“** جنهنکي سنڌيءَ ۾ چئون ”نثر“. ٻيو آهي **”پديه“** جنهنکي سنڌيءَ ۾ چئون ”نظم“. ٽيون آهي **”چمپوُ“** يعني نثري - نظم (**Prose - Poem**).

**ماترا سنکيا** ڪنهن به پديه جي رچنا ماترائن جي آڌار تي جڙيل هجي ته ان کي تقطيع (**Scansion**) ڪرڻ لاءِ، ماترائن جا نشان يا چِنهه ڏيئي، **”ماترا سنکيا“** يعني ماترائن جو جوڙ لهجي. ماترا سنکيا لهڻ لاءِ، اول پديه جي اکرن مٿان، لگهوءَ گرو اکرن جا چنهه لکجن، هيٺينءَ ريت:-

1S11 S1 S1 11 1S S S 1111

بلبل رووي رين دن! ڪهان ڳئي گلزار؟

هن ست ۾ ١٢ لگهو اکر آهن جنجون ٽيون ١٢ ماترائون

۽ ٦ گرو اکر آهن (دو مالرڪ) جنجون ٻه ٽيون ١٢ ماترائون. سٽ ۾ جملي ٽيون ٢٤ ماترائون. هتي اهو ويچار ۾ آڻڻ گهرجي ته "کهان" شبد ۾ هڪ لگهو (ڪ) اکر آهي ۽ هڪ گرو (هان) اکر آهي. "ن" غنه آهي. هنديءَ ۾ "ن" غنه کي چون "انوسُور" جو ٻه ماترا سنکيا جي لاءِ شمار ۾ ڪونه اچي، چاڪاڻ ته "ها" ۽ "هان" هڪ جيڏا ئي ڊگها اکر آهن ۽ نه گهٽ وڌ. اُچارڻ ۾ ويرم هڪ جيتري لڳين.

**پنڪتي،** ٻن سٽن جو نظم لکهڻ کي سنڌي پاد. (عربي - پارسي) ۾ چئون "شعر" يا "بيت" (**Couplet**). هر هڪ سٽ کي چئون "مصرع" (**Verse**). هنديءَ ۾ مصرع کي سرواهي ريت چون "**پنڪتي**". اسين "تڪ" چوڻ تي هريل آهيون ٻر "تڪ جو ارٿ آهي "قافيو" ۽ ان پنڪتيءَ کي ئي تڪ ڪوٺجي جنهنجي ٻيءَ پنڪتيءَ سان تڪ ملائيل هجي. تڪ آهي "هم قافيه مصرع". اهو ويچار ٻر رکي، رباعيءَ جي ٽينءَ مصرع کي "پنڪتي" ڪونبو ٻر تڪ نه چئي سگهبو. پنڪتيءَ بدران "**دل**" به چون. چند وديا ۾ گهڻو ڪري پنڪتيءَ لاءِ "**پاد**" اکر ڪتب آڻين. هيٺئين پد ۾ ٻه "**پاد**" آهن:-

١- ٻلبل رووي رين ڏن! کهان ڀئي گلزار؟

٢- لنڪون قيامت آج هيءَ، جنڪون ٻڇلي پار.

**دو پاد، چؤ پاد ۽ ڀھو پان** ڪوتائون ھڪڙيون ٿين "**دو پاد**" ۽ ٻيون "**چؤ پاد**". چئن کان وڌيڪ پادن وارين ڪوتائن کي چون **ڀھُو پان**.

**چرن**:- دو پاد پديہ ۾ ٿين چار "**چرن**" جيئن تہ :-

١. بلبل رووي رين ڏين!
٢. ڪھان يئي گلزار؟
٣. لنڪون قيامت آج ھيءَ،
٤. جنڪون بڇلي يار.

پر چؤ پاد ۽ ڀھو پان پديہ جي ھر ھڪ پنڪتيءَ کي پاد بہ چون تہ چرن بہ چون؛ يعني تہ دو پاد پديہ ۾ ٿين چار چرن، چؤ پاد پديہ ۾ بہ ٿين چار چرن ۽ ڇھ پاد پديہ ۾ ٿين ڇھ چرن. ڪنھن بہ ڇند ۾، گھٽ ۾ گھٽ ٿين چار چرن.

**تُڪَ** اوڀر وارين ٻولين جي نظم ۾ تُڪ ملايل ھوندي آھي، سٽن جي آخر ۾ گھٽ ۾ گھٽ ٻن اڇرن يا پدن جي ۽ نہ انگريزيءَ وانگر فقط ھڪ اڇر جي. جڏھن تڪ جو ويچار ڪبو آھي تہ چرنن جي تڪبندي ليکبي آھي، يعني تہ ٻن پادن وارين ڪوتائن جي چئني ئي چرنن ۾ ڏسبو تہ تڪبند چرن ڪھڙا آھن. انڪان مٿي پادن وارين ڪوتائن جا جيترا پاد اوترا چرن آھن تنھنڪري منجھن

"پادن" يا "چرڻ" جي لڪ جو ويچار سائيو ٿيندو. **مٿئين دو پاد ڪوتا ۾ ٻئين ۽ چوٿين چرڻ جي تڪ ملايل آهي**، پر هيٺئين دو پاد ڪوتا ۾، **پهرئين ۽ ٽئين چرڻ جي تڪ ملايل آهي :-**

(۱) ڪهان يئي گلزار (۲) بلبل رووي رين ڏن،
(۳) جنڪون بڇلي يار (۴) تنڪون قيامت آج هيءِ.

**يَتِ** هر ڪنهن ڪوتا جي هر هڪ پاد اُچارڻ بعد، ڪجهه وير ۾ ٺهر جي تو، جو ٺهرڻ سياو يڪ آهي. انهيءَ ٺهر لاءِ هندي پڌيہ جي پهرئين پهرئين ۽ وچن پادن پنيان هڪ هڪ آيي ليڪ ڏين ۽ آخرين پاد پنيان ٻہ اُبيون ليڪون ڏين، جنهن مان خبر پوي ته نظم جو اهو بند ختم ٿيو. پر پادن جي وچ ۾ به ڪٿي ٺهرڻو تو پوي، جنهن ٺهرڻ سبب ڪوتائن ۾ مڌر تا ٿئي ٿي. سنڌ جي ٻچاريءَ واريءَ بيهڪ کي انگريزيءَ ۾ چون، "Sentential Pause" ۽ مڌرتا واريءَ بيهڪ کي چون "Harmonical Pause". اسين سنڌيءَ ۾ سڏيا آهيون "دم". هنديءَ ۾ ساڌارڻ ريت چون "وِرام" پر چند ودها ۾ چون "**يت**". "يت" لاءِ انگريزيءَ ۾ لفظ آهي "Caesura". يت جو استان "Position"

هر ڪنهن ڇند لاءِ پنهنجو پنهنجو ٺهرايل آهي. هينئين ٻن ڪوتائن مان هر هڪ ۾ يت جو استان ڏيکاريل آهي:-

۱ ۲ ۳ ۴ ۵-٦ ۷-۸ ۹-۱۰ ۱۱ ۱۲ ۱۳

(۱) بلبل رووي ريسن دن

۱ ۲-۳ ۴ ۵-٦ ۷ ۸ ۹-۱۰ ۱۱

کهان يئي گلزار

لنکون قيامت آج هيءِ ... جنکون بچلي يار.

هن ڪوتا جي هر هڪ پاد ۾ ۲۴ ماترائون آهن ۽ يت جو استان ۱۳ ۽ ۱۱ ماترائن پنيان آهي. (نوٽ: گروُ اچرن جي چِٽپ جا انگ جوڙو جوڙو ڪري ڏنيل آهن.)

۱ ۲-۳ ۴ ۵-٦ ۷ ۸ ۹-۱۰ ۱۱

(۲) کهان يئي گلزار

۱ ۲ ۳ ۴ ۵-٦ ۷-۸ ۹-۱۰ ۱۱ ۱۲ ۱۳

بلبل رووي ريسن دن

جنکون بچلي يار ... لنکون قيامت آج هيءِ.

هن ڪوتا جي هر هڪ پاد ۾ به ۲۴ ماترائون آهن، پر يت جو استان ۱۱ ۽ ۱۳ ماترائن پنيان آهيس ۽ نه ۱۳ ۽ ۱۱ ماترائن پنيان. يت جي استان بدليل هئڻ سبب ڪوتا ورڇڻ سان ٻي نموني الڳ پيو لڳي. (ڪنهن به مصرع جا يت سان ورهايل ٻه ٽڪر انهن کي سنڌيءَ ۾ چئون "ناتمام مصرع" (Hemistich).

**ڇند**

وزن (Metre)، يت (Caesura) ۽ تڪبندي (Rhyme) جي نيمن کي ٻڌل پديه، تنهنکي ڪولجي "**ڇند**". "ڇند" ٻڌڻ ۾ پيا به لڳن ۽ اچار ۾ آسان آهن، پر هن اوائلي پستڪ ۾ انهيءَ وشيه ۾ اونهين وڃڻ جو ضرور ڪونه آهي. پديه جيڪو ڇند رچنا تي ٻڌل آهي تنهنکي هنديءَ ۾ چون "ڇندو ٻڌ رچنا". ڪاويه جيڪو ڇند رچنا تي ٻڌل نه هجي تنهنکي چون "ڇند رهت رچنا". چمپو هڪ ڇند رهت رچنا آهي. (Non-Metrical Composition).

هيٺيون هڪ ڇندو ٻڌ رچنا يا ڇند رچنا جو قسم آهي:

بلبل رووي رين ڏينهن، ڪهان ڳئي گلزار،
تنکون قيامت آج هئي، جنڪون ٻهلي يار.

هن ڇند رچنا ۾ هيٺيان ڳڻ آهن:-

١- هيءُ هڪ دو پاد ڇند آهي
٢- هر هڪ پاد ۾ ٢٤ ماترائون اٿس
٣- يت جو استان ١٣ ۽ ١١ ماترائن پٺيان اٿس
٤- ٻئين ۽ چوٿين چرن جي تڪ ملايل آهيس.

انهن مڙني ڳڻن وارن ڇندن جو نالو "دوها" آهي. جي ڪنهن به ڳڻ ۾ ڪا به رتي ماترا ڦير گهير ٿيندي ته ڇند جو نالو ٻي ڪو پوندو.

**ڇندن جون ذاتيون**

ڇند فقط ماترا سنکيا تي ٻڌل ڪين آهن. جيڪي ڇند ماترا سنکيا تي ٻڌل

ٽين لکي چون: "**ماترڪ ڇند**". ٻيا ڇند رچيل ٽين ورڻن يا اکرن جي جوڙ ۽ ترتيب تي. اهڙن ڇندن کي چون: "**ورڻڪ ڇند**". ڇيڪاڻ هن، ڪڏهن ڇند جي چرڻن جي ماترا سنکيا هڪ سمان يا پوريءَ ترتيب تي ٻڌل نه هوندي آهي ته پوءِ ڏسبو آهي ته هر هڪ چرن جي اکر يا ورڻ سنکيا هڪ جهڙي يا ڪنهن پوريءَ ترتيب تي ٻڌل آهي يا نه. جي آهي، ته اهڙي ڇند کي ڪوٺين "ورڻڪ ڇند". ورڻڪ ڇند ٻه هزارن قسمن جا ٿين، جيئن ماترڪ ڇند. هيٺيون هڪ ورڻڪ ڇند جو قسم آهي.

١ ٢ ٣ ٤ ٥ ٦ ٧ ٨ ٩ ١٠ ١١ ١٢ ١٣ ١٤ ١٥ ١٦

١- سنت گرو ايش روپ، سنت آهن ، سانت روپ،

١ ٢ ٣ ٤ ٥ ٦ ٧ ٨ ٩ ١٠ ١١ ١٢ ١٣ ١٤ ١٥

مهما ٿن آهي انوپ، سنت نه سهاوتا،

(١٦+١٥=٣١)

٢- ديِن ديال سنت، سڀ سان ڪن پيال سنت،

لکائن ٿا لال سنت، ڌارمن پاوتا (١٦+١٥=٣١)

٣- سنت اُپڪار ڪن، جگت جو سڌار ڪن،

پوڄل اُڌار ڪن، سنت من پاوتا (١٦+١٥=٣١)

٤- هوت من ڏري پاڻ، سنتن سر لي آءِ،

مٽي وڃي سڀ تاءِ، پاوقل پاوتا (١٦+١٥=٣١)

( هولچند سکومل ٽيکواڻي ).

هن ڇند جي هر هڪ چرن ۾ ۳۱ اکر آهن. ماترا سنکيا هيٺين ريت اٿس :-

| | |
|---|---|
| پهريون چرن = | ۴۹ ماترائون |
| ٻيون چرن = | ۴۶ ماترائون |
| ٽيون چرن = | ۴۱ ماترائون |
| چوٿون چرن = | ۴۳ ماترائون |

تنهنڪري هي ماترڪ ڇند نه آهي پر ورڻڪ ڇند آهي. هن ورڻڪ ڇند جا هيٺيان گڻ آهن :

۱- هي چؤپاد ڇند آهي
۲- هر هڪ چرڻ ۾ ۳۱ اکر اٿس (نه ماترائون)
۳- يت جو استان ۱۶ ۽ ۱۵ اکرن پٺيان آهيس
۴- چارئي چرن لگبند آهنس.

اهڙن گڻن واري ورڻڪ ڇند جو نالو ٿئي "**ڪَوِتُ**" يا "**مَنَهَرُ ڇند**". مٿئين "ڪوت ڇند" جي هر هڪ چرڻ جي وچ وچ ۾ به لگبندي آهي جنهن سبب هي "منهر ڇند" گهڻو منوهر پيو لڳي، پر ڪوت ڇند رچنا لاءِ وچ وچ ۾ لگبندي لازمي ڪين آهي. ماترڪ ۽ ورڻڪ ڇندن جا هزارين قسم آهن ۽ سندن نالا به هزارين آهن.

جيڪي ڇند، نه ماترا سنکيا تي ۽ نه ورڻ يا اکر سنکيا تي ٻڌل هجن، پر سندن **رچنا ليه** (**Rhythm**) تي ٻڌل هجي انکي چون "**ليه ڇند**". سنڌي ۾

متيون هڪ ئي "ورڻڪ" ڇند هٿ اچي سگهيو آهي. ليه ڇند نه هڪ به هٿ نه آيو آهي.

**سم، ارڌ سم ۽ وشم** ڪو به ماترڪ ڇند، تنهن جي مڙيئي چرڻن ۾ هڪ سمان ماترا سنکيا هجي ته چونس **"سم ماترڪ ڇند"**. ڪو به ورڻڪ ڇند، تنهنجي مڙيئي چرڻن ۾ هڪ سمان ورڻ يا اکر سنکيا هجي ته چونس **"سم ورڻڪ ڇند"**. هڪ چرڻ ڇڏي ٻئي چرڻ ۾ هڪ جيتريون ماترائون يا ورڻ هجن ته سڏجين **"ارڌ سم ماترڪ ڇند"** يا **"ارڌ سم ورڻڪ ڇند"**. هن ڪتاب ۾ ڏنل دوها ڇند هڪ ارڌ سم ماترڪ ڇند جو نمونو آهي ڇاڪاڻ ته پهرئين ۽ ٽئين چرڻ ۾ هڪ جيتريون (١٣) ۽ ٻئين ۽ چوٿين چرڻ ۾ هڪ جيتريون (١١) ماترائون آهن. جن ماترڪ يا ورڻڪ ڇندن ۾ چرڻن جي ماترا يا ورڻ سنکيا ڦريل ڦريل هجي ته اهڙي کي ڪوٺين **"وشم ماترڪ ڇند"** ۽ **"وشم ورڻڪ ڇند"**.

**ڪاويه ۽ ڇند** ڪاويه هڪ ڪلا آهي. ڇند هڪ وگيان آهي. وگيان ۾ ڪلا ڪاڻ انڪ به آهي ته آرائش به آهي. ڪاويه، ڇند وديا جون انڪون اورانگي، ڪلا پراپت ڪري ٿو ۽ وري، اورانگهيندي ئي، ڇند وگيان مان رس ۽ زيب پرائي ٿو. ڪويءِ لاءِ، ڇند وگيان جو ڄاڻڻ ضروري ڪين

آهي. ڪويءَ لاءِ اهو به ضروري نه آهي ته سندس ڪاويه جي رچنا ڇندو بڌ هجي. پر ڇند رچنا ۾ رس اوس ئي آهي. سنڌ جو شاعر، شاهاڻو شاهه، نه علم عروض جي اصولن کان واقف هئو ۽ نه ڇند وديا جي نيمن جو ئي ڄاڻو هئو. ته به، سندس نظم، گهڻي ڀاڱي، ڇند رچنا کي ئي ٻڌل آهي. ڇند وديا کان اڄاڻ هجڻ سبب جي سندس پڌيه ۾ دوش آهن ته سندس ڪاويه جي ڪلا ۽ سوڀيا، توڙي سندس واڪيه رچنا جي مڌرتا، مڙني دوشن کي سميٽي ڇڏيو آهي. پر، ائين چوڻ غلط نه ٿيندو ته جتي سندس ڇند رچنا، پرڪاريگرن کي به شهه ڏيڻ جهڙي آهي، اتي ئي سندس ڪاويه، سمپورڻتا جي پدويءَ تي پهچي ٿو. ڪويءَ جي هردي اندر، ڀانت ڀانت جا دکدائڪ توڙي آنندت ڀاوَ اُٿن ٿين ٿا. ڪويءَ جي هردي اندر سرشٽيءَ جي سوڀيائن پسڻ سان، سر جڻهار جي سريشٽتا جا اُمنگ اُٿن ٿا. انهن مڙني ڀاون ۽ اُمنگن پرگهٽ ڪرڻ لاءِ، ڪويءَ کي جي النڪارن ۽ ٻين سوڀيائن جي گهرج ٿئي ٿي ته انهن سان ڳنڍوڳنڍ، ڇند رچنا جي پربيڻتا هجيس ته جيڪر سرو ڪوين ۾ اُتم ڪوي ٿي پوي.

اهو آهي ضرور، ڇندو گيان جي ڄاڻ جو. ڪويءَ ڪاڻ ٻي به گهڻائي سامگري جوڙيل آهي، جنهن جو ذڪر پوئين ڀاڱي ۾ ڪيل آهي.

# ڀاڱو ٻيون.

## سنڌي ڇندوبند شعر.

اسانجي سنڌي ڀاشا اُتر هندستان جي ٻين ڀاشائن جهڙوڪ: هندي، گجراتي، پنجابي، مرهٽي ۽ اوڙيا وانگر، سنسڪرت نسل مان نڪتي آهي. اٺين صديءَ جي شروعات تائين سنڌ ۾ فقط ديوناگري لپي جاري هئي. سنه ٧١٢ع ۾ عربن سنڌ ملڪ تي قبضو ڪيو ۽ مذهب سان گڏ عربي ٻوليءَ کي به اهڙي ته اهميت ڏني ويئي جو نه فقط ديوناگري لپي لٽ مٽي ڪئي ويئي پر سنڌي ٻوليءَ جو اڳيون ساهت سمورو گم ٿي ويو. عربن، ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي دور ۾ عربيءَ ۽ پارسيءَ ايڏو ته زور ورتو جو سنڌي نؤ مسلم شاعر پنهنجو نظم جوڙيندا ئي انهن ڌارين ٻولين ۾ هئا ۽ مادري زبان سنڌيءَ ۾، ساهت جوڙڻ جڻ ته ناجائز ٺهرايل هئو. سمن جي راڄ ۾ سنڌي ٻوليءَ لاءِ سنڌ جي حاڪمن ۽ رعيت ۾ ڪي ڪجهه چاهه جاڳيو ۽ سنڌي شاعر، شوق وچان، سنڌيءَ ۾ شعر جوڙي، درگاهن تي ۽ عام مجلسن ۾ ڳائڻ لڳا. مگر، ڪنهن به لپيءَ نه هئڻ سبب، اهي شعر، وڏا نندن کي، پيڙهيءَ به پيڙهيءَ واتين وٽ ڏيندا آيا. ٻهريون ٻهريون سنڌي شاعر جنهن جو شعر تحرير ۾ آندل آهي سو آهي

قاضي قاضن سيوهاڻي، پر سندس فقط ست سنڌي بيت سلامت آهن ۽ اهي ڇند رچنا تي ٻڌل آهن. ان بعد جيڪو ناميارو شاعر پيدا ٿيو سو آهي سيد عبدالڪريم بلڙيءَ وارو. سندس سنڌي شعر به ڇند رچنا تي ئي جڙيل آهي. قاضي قاضن جو شعر، ڪجهه دوها ڇند پتاندر آهي ۽ ڪجهه دوها ڇندن کان ڦريل روپ ۾ آهي، جنهن جي سمجهاڻي اڳتي هلي، ڏني ويندي. سيد عبدالڪريم جو شعر، ڪجهه دوها ڇند تي ٻڌل آهي، ڪجهه سورٺا ڇند تي ۽ ڪجهه، هڪ ٽڪ دوها جي، ۽ هڪ مصرع سورٺا جي، پاڻ ۾ پوئي، جوڙيل آهي.

سنڌي ساهت جـــو تاريخ نويس آهي ميان محمد صديق ميمڻ. سنڌ جي مڙيئي ادبي ٽيڪاڪارن کي ڇند وديا جي ڄاڻ نه پئي رهي آهي، انهيءَ ڪري، هو، سنڌي شاعرن جي ڇندرچنا تي ٽيڪا ڪرڻ کان بي ڇڙڪيا آهن، مگر ميان محمد صديق انهيءَ باري ۾ پنهنجي ڪتاب "سنڌ جي ادبي تاريخ" ۾ پنهنجا رايا ظاهر ڪيا آهن، پر جيئن ته، ٻين وانگر هو صاحب به، ظاهر ظهور، ڇند وديا کان اڻ واقف آهي، تنهن سبب سندس ٽيڪا چوڪن سان ٽمٽار آهي.

هڪ هنڌ، سيد عبدالڪريم جي نظم جو ذڪر ڪندي ميمڻ صاحب ٿو چوي ته:

"دوهرا جي قافيه ڪم آڻڻ ۾ گهڻي آزادگي آهي: ڪٿي ٻنهي سٽن جي وچم قافيو اچيتو

نه ڪٿي ٻنهي سٽن جي پڇاڙيءَ ۾ ۽ ڪٿي
وري هڪڙيءَ سٽ جي وچ ۾ ۽ ٻيءَ جي
پڇاڙيءَ ۾.“

هيءَ غلطي ميمڻ صاحب کان انهيءَ ڪري ٿي آهي جو هو صاحب انهيءَ غلط فهميءَ هيٺ آهي ته ڪو ٻن سٽن وارو ڇند تنهنکي ڪوٺجي دوها يا دوهرا. ڇند وديا جي سرل نيمن ۾ ”ڇند“ شبد جي وياکيا ڏيندي، ٻڌايو ويو آهي ته هر ڪنهن ڇند کي پنهنجا پنهنجا خاص گڻ آهن. انهن گڻن مان ڪنهن هڪ ۾ به ڪا ڦيرگهير ٿئي ته ڇند جو روپ نه بدلبو پر سندس نالوئي ڪو ٻيو هوندو. سيد عبدالڪريم صاحب جا اُهي بيت جنجي ٻنهي سٽن جي وچ ۾ قافيو آهي سي سورٺا ڇند جو روُپ آهن؛ ۽ جنجي ٻنهي سٽن جي پڇاڙيءَ ۾ قافيو آهي سي دوها ڇند جو روُپ آهن. باقي اُهي بيت جن ۾ هڪ سٽ جي وچ ۾ ۽ هڪ سٽ جي پڇاڙيءَ ۾ قافيه آهي، سي، هڪ ٽڪ دوها جي ۽ هڪ سٽ سورٺا جي ڪٽي پاڻ ۾ پوُتل آهن، جا ڪاريگري ۽ نوينتا اصل قاعدي قاعدن جي آهي.

ڇند وديا جي ٻنهه بنيادي ڳالهين کان، ميمڻ صاحب ڪيترو نه اڻ ڄاڻ آهي سو، سندس هيٺين وچارن مان ثابت ٿئي ٿو:-

”دوهرا جو عربي ۽ پارسي شعر جي طرز
يعني علم عروض سان ڪو به واسطو ڪونهي.
هن جو وزن علم موسيقي (سنگيت وديا) جي

"ماترائن" تي منحصر آهي ۽ ماترائن جي مقدار جو مدار ورڻ اکر جي آواز کي ڇوٽي يا ڊگهي ڪرڻ تي آهي ۽ ورن وڪڙن ڏيڻ تي آهي. آواز جي انهيءَ "ڇوٽائيءَ" ۽ ڊگهائيءَ ۽ ورن وڪڙن کي اهڙي اکري صورت ۾ آڻڻ ناممڪن آهي جهڙي اکري صورت علم عروض جي نهرايل آوازن کي ڏنل آهي."

دوها ڇند جو، سنگيت وديا سان ڪو به واسطو ڪونه آهي، پر ڇند وديا سان. ڏسجي ائين پيو ته ميان محمد صديق صاحب کي اها خبر ئي ڪانه هئي ته ڇند وديا به ڪا ٿيندي آهي. هن صاحب اهو ڳالهائي ڪونه ٿو ڀڌو پائجي. ڇند وديا، ڇوٽن ۽ ڊگهن اکرن ۽ انهن جي ماترائن تي برابر ٻڌل آهي پر آواز جي ڇوٽائيءَ يا ڊگهائيءَ يا ور وڪڙن جو واسطو به برابر سنگيت وديا سان ئي آهي. ڇند وديا ٻي آهي ۽ سنگيت وديا ٻي آهي. جيئن علم عروض جي اصولن هيٺ، طرح طرح جي بحرن وارا غزل جوڙي، علم موسيقيءَ پٽاندر رتيل، طرح طرح جي طرزن تي به اهي ڳائي سگهجن ٿا، تيئن ڇند وديا جي نيمن تي، پانت پانت جا ڇند جوڙي، انهن کي سنگيت وديا جي جدا جدا راڳن ۽ راڳڻين تي ڳائي سگهجي ٿو. ڇند وديا ۾ آوازن جا ور وڪڙ وغيره ويچار هيٺ آندا نه ويندا آهن ۽ ڇند وديا جي ڇوٽن ۽ ڊگهن اکرن، لوڙي ٻيءَ سموريءَ

ترتيب کي اکري صورت بلڪل پوري، وگيا ته نمونه ۾ ڏنل آهي. تڪليف فقط اها آهي جو سنڌ ۾ چند ودوانن جي معلوميت اصل ڪانه هئي جنهن سبب سنڌيءَ جو گهڻو سارو چند رچنا وارو شعر، فقط طرزون پڙهي، هندي دوها وغيره ياد ڪري، انهن جي وزن تي ئي جوڙيل آهي ۽ نه اڳ جاتل چند رچنا جي مڙيئي گڻن جي آڌار تي. اهوئي سبب آهي جو، جيتوڻيڪ چند شاستر ۾ هزارن نمونن جا ورڻڪ چند ۽ هزارن نمونن جا ماترڪ چند رچيل آهن، ته به، سنڌي ڪو ٿورن ڪن جزوي، آڱرين جي ڳڻپ جيترن چندن تي ئي رچيل آهن. هن ڪتاب جي آخر ۾ مثال طور ڪن چندن جي رچنا، مختصر طور ڏنل آهي، جن تي سنڌيءَ ۾ جوڙيل چند، يا ته نه آهن، يا ته پرڪاشڪ جي ڌيان تي نه آيا آهن.

ٻئي هنڌ، شاهه عبداللطيف جي نظم تي تفسير ڪندي، ميان محمد صديق ميمڻ صاحب چوي، ته:-

”ائين وسهڻ ۾ ايندو آهي ته شاهه ڀٽائيءَ دوهرا ۾ قير گهير ڪئي آهي، جو اُنهن ۾ ٻن مصرعن جي بدران ٽي چار، بلڪ پنج بلڪ ڏهن تائين مصرعون به ڪم آنديون آهن مگر اسانجي تحقيقات (؟) مان معلوم ٿو ٿئي ته شاهه ڀٽائيءَ کان اڳ ڪيترن ئي هندي زبان جي شاعرن

ٽن، ڇهن، پنجن الڪ ڏهن ٻارهن مصرعن
تائين به ڏوهيڙا ڪم آندا آهن."

ميمڻ صاحب، پوءِ ڪبير صاحب ۽ گرو نانڪ صاحب جي ڪوتائن جا مثال ڏنا آهن (جي جنسي هيٺ ڏبا) ۽ آخر ۾ چوي ٿو ته:-

"مٿين مثالن مان پڌرو ٿيو ته ٻن مصرعن
کان وڌيڪ ڏوهيڙي جي ايجاد، شاه ڀٽائيءَ
صاحب نه ڪئي آهي پر اڳيئي هندي شاعرن...
اها ايجاد ڪري ڇڏي هئي."

انهن دليلن جي پنيرائيءَ ۾، جن ڪوتائن جا مثال ميمڻ صاحب ڏنا آهن. سي مناسب ٽيڪا سان، پيش ڪجن ٿا:-

## مثال پهريون - ڪبير صاحب.

"ٻارهه برس ٻالپڻ بيتي، بيس برس
ڪڇ تپ نه ڪيئو،
تيس برس ڪڇ ديو نه پوڄا، ڦر پڇتانا
برڌ ڀيو،
ميري ميري ڪرتي جنم گيو، سائر سوڪ
پنجب ليئو."

ٽيڪا: هيءَ دوها ڇند اصل نه آهي. دوها ڇند رچنا هن پستڪ ۾ سمجهايل آهي ۽ هندي لوڙي سندي دوها پڻ ڏنا ويا آهن. ميمڻ صاحب، پهرين ڪبير صاحب جي هڪ پڇن مان ڪي سٽون ڏنيون آهن، جن

مان هر هڪ ۾ ۳۱ ماترائون آهن ۽ يت جو استان ۱۶-۱۵ ماترائن پنيان آهين. هن ڪتاب ۾ ”وير ڇند“ جي رچنا ۽ اُنتي بدل هندي توڙي سنڌي ڇند درج ڪيل آهن، جن جهڙائي مٿيان پاد آهن.

## مثال ٻيون - ڪبير صاحب.

”سارو ڏن ڏولت ٻن مهينا، اَجهه نـ
پيت اڳهيئي،
جن يڳتن ڪوکهو نـ مانڻو، ڪيئو
اپنو پهيئي،
دڪ سڪ ڪرت مها پرم ٻوڏو، انڪ جؤن
پر مٿيهي.“

**ٽيڪا:** هيءَ ٻه دوها ڇند اصل نـ آهي. هن ڇند جي هر هڪ پاد ۾ ۲۸ ماترائون آهن ۽ يت جو استان آهيس ۱۶-۱۲ ماترائن پنيان. هيءُ سٽون ڀڳت ڪبير جي هڪ ٽومڙيءَ مان آهن ۽ اها ٽومڙي ”للت پد“ ڇند لي بدل آهي. هن پستڪ ۾ ”للت پد“ جي رچنا ۽ انجا هندي توڙي سنڌي ڇند ڏنل آهن، جن جهڙائي مٿيان پاد آهن.

## مثال ٽيون - گرو نانڪ صاحب.

”سمل رکہ سراء را، ات د ہر گهه مچ ات،
اوءِ جہ آوه آس ڪر، جاهہ لراسي ڪت،
قل قڪي، قل ٻڪبڪي، ڪم نہ آوه يت،
منت نيوي نانڪا، گـر چنگائيان لت“

**ٽيڪا:** هيءَ دوها ڇند جو جوڙو آهي. ڇاڪاڻ ته ٻه دوها گڏ رکيل آهن ته ٿي ڪري ڪين ڪوڻ هڪ ڇهن مصرعن وارو دوهو، سو ٺيڪ ٿيندو. اهڙو درست جهڙو ٻن انسانن کي گڏ ٻيهاري، ڪين ڪوڻ هڪ ڇهن ٽنگو انسان!

**مثال چوٿون - گرو نانڪ صاحب.**

"لب پاپ دئ راجا مهتا، ڪوڙ هوئا سڪدار،
ڪام نيب سد پڇئيئي، ٻهه ٻهه ڪري بيچار،
اندي رعيت گيان وهوڻي، پاهه ڀري مردار."

**ٽيڪا:** هن ڇند جي هرهڪ پاد ۾ ۲۷ مصرعون آهن ۽ يت جو استان آهيس ۱۶-۱۱ مصرعن پنيان. هيءَ هڪ "سرسي ڇند" نالي ڇند جي ڪوتا آهي ۽ نه دوها رچنا.



هن ڪتاب ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته شاهه عبداللطيف جي رسالي ۾ درج ڪيل نظم گهڻي ڀاڱي، هيٺين ڇندن تي ٻڌل آهن:-

۱- دوها ڇند
۲- سورٺا ڇند
۳- سورٺا ۽ دوها جون مصرعون گڏي، ٻن ڪان وٺي پندرهن مصرعن تائين سورٺا-دوها ميل ڇند.
۴- للت پد ڇند، جنهن تي سرهير رانجهو ٻڌل آهي.
۵- چؤپايون ۽ چؤپيون جنهن تي سرڪاپائتيءَ واري "مت" ٻڌل آهي.

شاهہ جي رسالي ۾، سر ڏهر جي فصل ٻئين جي هينئين وائي، ڇند شاستر جي هڪ بدلايل ڇند (هر گيتڪا) جي روپ ۾ بدل آهي، جو بدليل روپ شاهہ صاحب ڇترائيءَ ۽ مدرتا سان جوڙيو آهي :-

منهنجي ننڊ نہ نيڻين نيڻين، ڪالهون ڀوءِ لکن ۾،
موت آيل منهنجي ماءُ، تان تو ڏکہ نہ ڪيڻين ڪيڻين،
هوءِ نہ نينمر پاڻسين، آءُ جا ويندڙي سيڻين سيڻين،
ڪالهوڻيان اڄ گهٽي ڪر جهورڙي جهيڻين جهيڻن،
ٻيون سب واڳون ورن سين، آءُ جا واڳڙي ويڻين ويڻين،
هينڙو ڏاڙهونءَ گل جيئن، ٻروئي رتو ڪيڻين ڪيڻين،
اللهہ، عبداللطيف چئي، مهب اسان تون ميڙين ميڙين!

ٻيا بہ ڪي متفرق ڇند آهن جنهن ۾ بدل ڪي جزوي بيت يا مصرعون شاهہ جي رسالي ۾ درج ٿيل آهن جن مان ٻن ٽين جو ذڪر هن ڀاڱي جي انت ۾ ڪيل آهي.

شاهہ عبداللطيف بعد، سچل سرمست، سامي، دلپت ۽ ٻين شاعرن بہ دوها ۽ سورٺا ڇند استعمال ڪيا آهن. سچل سرمست جو ڪجهہ شعر پارسي علم عروض تي ٻڌل آهي. ساميءَ جا سلوڪ، دوها ۽ سورٺا ڇندن جو ميل ڪري، ٽن ۽ چئن پنڪتين جا جوڙيل آهن. دلپت ۽ ٻين بہ شاهہ جي پيروي ڪئي آهي.

جيتوڻيڪ مٿين شاعرن پنهنجو شعر ڇندو بدّ رچنا

لِي رچيو آهي ته ٻه ظاهر آهي ته ڪيئن ڇند ودّيا جي آڌي نيمن جي ٻه سڌ ڪاڻ هئي ۽ ڏسجي ائين ٿو قاضي قاضن، سيد عبدالڪريم ۽ شاهه عبداللطيف، دوهه ۽ سورٺا طرزن جـو رس، رمتن، جوڳين، سڌن ۽ سنياسي فقيرن مان پرائي، پنهنجي پنهنجي پڌ ۾ ڦوڪيو آهي. شاعرن جي سرتاج، مها ڪوي شاهه عبداللطيف، ٻين کان گهڻي ڪثر ڪئي آهي جو نه فقط دوها ۽ سورٺ جون ٻن کـان ونـــي پندرهن پنڪتين تائين ونهي ڳائي ڇڏيون اٿس، پر دوها ۽ سورٺا ڇندن کانسواءِ ٻيا ڇند ۽ استعمال ڪيا اٿس. سچل سرمست، سامي ۽ دلپت وغيره، ان باري ۾ فقط پنهنجن اڳين جي پيروي، دوهه سورٺا ميل جوڙڻ ۾ ڪئي آهي. اسانجي سنڌي ادبي ٽيڪا ڪارن متئين سموري نظم کي نه فقط "ڏوهيڙا" سڏيو آهي، پر ائين پڻ چيو اٿن ته "ڏوهيڙا" ۽ "دوهه" ڳالهه مٽ يائي ساڳي آهي، جو، جنهن مٿي ڏيکاريل آهي، سراسر غلط آهي. "ڏوهيڙا" لفظ، شاهه عبداللطيف ۽ ٻين شاعرن جي ڇندو بڌ رچنا کي فقط انهيءَ لحاظ کان ڇئي سگهجي ٿو جو اهي گهڻو ڪري، دوها ڇندن جي طرز تي ڳايا ويندا هئا، يا انهيءَ لحاظ کان ته شاهه جـو گهڻو نظم دوها يا دوها جي الٽي روپ (ڏسو "سورٺا ڇند رچنا") يا دوها سورٺا ميل ڇندن تي رچيل آهي. درست چوڻ ته ائين ٿيندو ته اهو نظم "ڇند رچنا" تي جڙيل

آهي ۽ نہ "دوها" تي.

جيئن تہ ديوناگري لپي سنڌ ۾ اسانجي وقت ۾، ڪڏهن لازمي نہرايل نہ هئي ۽ ورهاڱي کان اڳي، هندي ٻوليءَ جو چاهہ سنڌ ۾ خير ڪو هو، تنهنڪري ڇند ۽ ديا کان اسان جا ويهين صديءَ وارا ڪوي بہ اڻ واقف رهيا آهن. هاڻوڪن شاعرن جهڙوڪ شري ڪشنچند تير تداس (بيوس)، شري ليکراج ڪشنچند (عزيز)، ڪوي رامچندر دادوي، شري هوتچند سنگومل ٽيڪواڻي ۽ شري نارايڻ (شيام) وغيره، ٻين نمونن جي ڇندن تي پڻ ڪوتائون جوڙيون آهن. پروفيسر منگهارام اُڌارام ملڪاڻيءَ بہ ٽئگور جون گهڻيئي ڪوتائون انواد ڪري ڇند رچنا تي ٻڌيون آهن. پر، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇند شاستر جي نيمن تي ڪوبہ پستڪ هن کان اڳي شايع ٿيل نہ هو، جنهن ڪري اسانجي خوش نويسن جو لاڙو علم عروض تي شعر ٻڌڻ ڏانهن وڌيڪ رهيو آهي. اهوئي سبب آهي جو سنڌ ۾ ڇندو ٻڌ رچنا بلڪل گهٽ آهي.

هن اوائلي ڪتاب ۾ ٻارهن نمونن جي ماترڪ ڇندن جي رچنا سمجهايل آهي ۽ انهن جا اُداهرن ڏنل آهن. تنهنکانسواءِ، ڀاڱي پنجين ۾ سنڌي مها ڪوين جا دوها-سورٺا ميل جا ١٩ نمونا تنجا اُداهرن ڏنل آهن. ڇند شاستر ۾ هزارين نمونن ۽ نالن وارا ڇند ٻڌايل آهن، جنمان هن ڪتاب جي انت ۾ ورڻڪ ڇندن جي ١٦ نمونن

۽ مالڪ چندن جي وڏيڪ ١٢ نمونن جي رچنا سمجهايل آهي پر انهن نمونن جــي چندن ۾ سنڌي ڪوتائون بدل نه ٿيون ڏسجن. ورڻڪ چند جــو فقط هڪ نمونو ”ڪوت چند“، تنهنجي سمجهاڻي، هڪ هٿ آيــل سنڌي اداهرن سان، ٻهرئين ڀاڱي ۾ چندن جــي ذاتين جي وياڪيا جو ذڪر ڪندي ڏني ويئي آهي.



## شاهه جا ٻه وڌيڪ متفرقه چند :-

(١) ڪوا ڪانڪان ڪندا، وهاڻي وڻن ۾، (١١+١٠=٢١)
مون ڏٺا، مون وسهو، اڳي پيڇي اندا،
اڄي عدالت ۾ ويهي وٺ وجهندا،
حلال چڏيو هنهين، مٿي ڀونڊ ڀرندا،
قتل قهيارن تي اوڙياءِ اڙندا،
سگــ جيڏانهن سرهو، تيڏانهين نه ترسندا،
هنڌ هدايت جي اُسنڌوان آٽيندا،
چمڙي جڻن چهنب وڌيا، هماءِ سين نه هلندا،
طالع طائوسن جا پسيو زاغ جلندا،
هد هد پسيو هنجڙا وينائي وهسندا،
ڪوڙا ڪرفتي تي سڌون ڏيو سڙندا،
حد لنگهياءِ حق جي، ٻنهين ٻير ٻجهندا. (چند رايط چند)
(٢) مليران مارو، پکي، پنهي آئيو، (٩+١٢=٢١)
وريا وهارو، هاڻو سي هيٺا ٿيا. (التو بروا چند)

باڳ ٽيون.

# دوهـــا ڇند.

## دوها ڇند رچنا:-

هيءَ هڪ دو پاد پديه آهي. هرهڪ پاد ۾ ٢٤ ماترائون ٿينس. هرهڪ پاد ۾ ٻه چرن، سو، ڪل اٿس چار چرن. يعني چو استان، هرهڪ پاد ۾ ١٣ ۽ ١١ ماترائن پنيان آهيس. ٻئين ۽ چوٿين چـــرن جي تڪ ملايل آهي. پهرئين چرن جي ماترا سنکيا ١٣ آهي ۽ ٽئين جي به ١٣ آهي؛ وري، ٻئين ۽ چوٿين چرن جي ماترا سنکيا ١١-١١ آهي. لنهن ڪري هيءَ آهي هڪ ارڌ-سم ماترڪ ڇند.

٢٤ = ١١ + ١٣

IS11 S 1 S 1     1 S 11 S S 111

بلبل رووي رين ڏن .... ڪهان ڳئي گلزار

لنکون قيامت آج هئي .... جنکون ڀڇلي يار

IS S11 S11     S 1S 11S S 11

٢٤ = ١١ + ١٣

## چوُنڊ هندي دوها.

١- لالي ميري لال ڪي، جت ديکون تت لال،
لالي ديکن مين گئي، مئن ڀي هوگئي لال. (ڪبير)

٢- پهلي ڀي مان ڪاگ تا، ڪرتا جيون گهات،
اَب تو من هنسا ڀيا، موتي چن چن کات. (ڪبير)

٣- ايڪ ڀروسو ايڪ بل، ايڪ آس وسواس،
سوات-سلل رگهنات جس، چاتڪ تلسيداس.
(تلسيداس)

۴- بانهه ڇڙائي جات هو، نربل جانڪي موهه،
هردي مين سين جاؤگي، تب جانونگا توهه.
(سورداس)

۵- سک مين بهه سنگي ڀئي، دک م سنگ نه ڪوءِ،
کهه نانڪ هر ڀج منا، انت سهائي هوءِ.
(نانڪ محلا سلوڪ)

## قاضي قاضن ۽ سندس دوها.

قاضي قاضن سيوهڻ ۾ ڄائو هو. سندس ڄمڻ جي تاريخ جي پوري خبر نه پئجي سگهي آهي مگر سنه ١۵۵١ع ۾ وفات ڪيائين. اُن وقت سنڌ جو حاڪم مرزا شاهه حسن هو. مغل شهنشاهه همايون کي هڪالي، شيرشاهه تخت ماڻي، ١۵۴۵ع ۾ وفات ڪئي. قاضي قاضن جي پڇاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ شيرشاهه جو هڪ بلڪل ضعيف جاءِ نشين، نالي طور هندستان جو حاڪم

هو. ساري هندستان ۾ صوفي مت زور هو. قاضي قاضن پاڻ به تصوف ۾ ماهر هو. سندس گهڻو شعر پارسيءَ ۾ نه آهي ۽ سنڌيءَ جا سندس فقط ست بيت هٿ آيا آهن. منجهائن فقط ٻه لکي پکي شڪ دوها آهن جي هيٺ ڏجن ٿا:-

(١) ڪنز قدوري ڪافيه، ڪي ڪين پڙهيوم،
سوپارو ٻي آهه پيو، جتان پريان لڌوم.

(٢) ڪنز قدوري ڪافيه، پڙهي پروڙين سڀ،
تـــ ڪر منڊي ماکوڙي، کوهه ۾ (ٻيڱي)
ڪيهي اُڀ.

## سيد عبدالڪريم ۽ سندس دوها.

سيد عبدالڪريم، مٽيارين جي ڳوٺ ۾، سنه ١٥٣٦ع ۾ ڄائو ۽ اناسي ورهين جي ڄمار ۾، سنه ١٦٢٤ع ۾ وفات ڪيائين. سيد صاحب به صوفي طريقي جو هو. اڃا ننڍو هو ته وڏي پاڻ سان گڏ جي اچي بلڙيءَ، ٽنڊي گوليءَ ۾ گهر ڪيائون، جنهن بعد شاهه صاحب سڏجيئي سيد عبدالڪريم بلڙيءَ وارو.

سندس "ڏوهيڙا" اٽڪل هڪ سؤ ڪن آهن، جي مڙيئي ٻن ٻن مصرعن وارا آهن. منجهن شڪ دوها ڪي جزوي آهن، جنمان ٿورا هيٺ ڏجن ٿا:-

(١) هنيون ڏجي حبيب کي، لکا هي گڏجن لوڪ،
ڪڍيون ۽ ڪروليون، اي پڻا سڳر توڪ.

(٢) پاڻيءَ هاري سيڪا، جا سر ڳهڙو پيري،
ڪاليءَ سندي سڄڻين، (ڪا) پوڙهيءَ ڪاڻ پيري.

(٣) نينهن ليا پي نه ٿئي، سڌ پن سيڻ نه هون،
ڪارين راتين رت ڦڙا، جان جان نيڻ نه هون.

(٤) جئن جئن ورق ورائين، تئن تئن ڏنو ڏوهه،
رهڻيءَ رهيو نه سپرين، (ته) ڪهڻيءَ ڪبو ڪوهه؟

(٥) چوريءَ پهت ڳجهه سين، پڌر نه آهه ارت،
پهرين پاڻ لڪائي پوءِ لڪائج وت.

(٦) جي پڇيا، سي نه منجهيا، جي پڇن
سي وير،
جو لڪڻ منجهه ماٺهو ٿين، سو مڪڻ منجهه ڪير.

## شاهه عبداللطيف ۽ سندس دوها.

شاهه عبداللطيف، سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو ڙڻ پوٽو هئو. هوُ سنه ١٦٨٩ع ۾ ڳوٺ هالا حويليءَ ۾ ڄائو هو. سندس ڄمڻ بعد، پڻس شاهه حبيب لاڏي وڃي پٽ ڪان ۾ ڪوهه ڀري ڪوٺريءَ ۾ رهيو. پيءَ جي وفات بعد، ١٧٤٢ع ۾ شاهه عبداللطيف ڪوٺريءَ مان لڏي اچي ڀٽ وسائي، جتي ڏهن سالن بعد وفات ڪيائين. هيءُ صاحب ۾ صوفي طريقي جو ڪامل درويش هو. ڀٽ شاهه تي اوري ڀري جا ساڌو فقير ايندا هئا ۽ شاهه صاحب پاڻ ۾ پروارن ملڪن ۾ سير ڪري آئي جي ساڌو فقيرن سان روح رهاڻ ڪندو هو. شاهه جي رسالي ۾ جيڪي

دوها درج ٿيل آهن لنمان کي انهن ساڏن ھئيرن جا
چيل آهن ۽ کي شاھ صاحب جا خودئي رچيل آهن.
شاھ جي رسالي ۾ درج ڪيل شڌ دوهن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:-

۱- ساڄن آئيا هم سٽيا، ڪيا لي چلون سات،
سيس اُتاري پيءِ ڌرون، مجھ ايءِ مسيات.

۲- آهھ ڪرون تان جرجلي، مشڪ ڪرون تان جيءُ،
ڪو هووي سخي رب ڪا، آڻ ملاوي پيءُ.

۳- ڌرتي سب ڪاغذ ڪرون، ليکڻ ڪرون ونڙاهه،
سارا سمندر مس ڪرون، (تان) ايڪ گن لکيا نہ جاءِ.

۴- بلبل رووي رين دن، کهان ڀئي گلزار،
تنکون قيامت آج هيءِ، جنکون بڇلي يار.

۵- سائي صورت عين ڪي، سائي صورت غين،
سمن نقطا دور ڪرو، (تہ) اوءِ عين ڪي عين.

٦- پاٽهين ڏئي سنبهڙا، پاٽهي اي سلطان،
پاڻ ڪر پاٽهين لهي، پاڻ سڃاڻي پاڻ.

۷- ڪڏهن پڇي ڪن تي، ڪڏهن تيجي وات،
ڪڏهن تيجي ڪرو، ڪڏهن تيجي ڪات.

۸- پاٽهي جل جلالهو، پاٽهي جان جمال،
پاٽهي صورت برينءَ جي، پاٽهي حسن ڪمال.

۹- پاٽهين لوڙائو تين، پاٽهي دانهون ڏين،
گهر وارن جا ڳاٽئين، چورن سڏ ڪرين.

۱۰ وڍيل تي وايون ڪري، ڪنل ڪوُڪاري،
هن پن پنهنجا سارئا، هيءَ هنجون (هڏن لئہ) هاري.

# سورٺا ڇند.

## سورٺا ڇند رچنا :-

سورٺا ڇند، دوها ڇند جو اُلٽو روپ آهي. هيءَ به هڪ دوپاد ڇند آهي. هن ڇند جي هر هڪ پاد ۾ به، دوها ڇند جيان ۲۴، ۲۴ ماترائون آهن. پر، دوها ڇند جا پهريون ۽ ٽيون چرڻ پاٺ مٽائي رکجن، ۽ ٻيون ۽ چوٿون چرڻ وري پاٺ مٽائي رکجن ته ٿي پوندو شد سورٺا ڇند. يعني ته سورٺا ڇند جي هر هڪ پاد ۾ يت جو استان ۱۱ ۽ ۱۳ ماترائن پٺيان آهي (۽ نه ۱۳-۱۱ ماترائن پٺيان). تڪ ملايل آهي پهرئين ۽ ٽئين چرڻن جي (۽ نه ٻئين ۽ چوٿين جي). آهي هيءَ به هڪ اردسم ماترڪ ڇند.

## اصلي دوها ڇند :-

ISII S I S I    II IS SS IIII

بلبل رووي رين ڏن ... ڪهان ڳئي گلزار، (۱۳ + ۱۱)

## سورٺا يا اُلٽو دوها:-

II IS SS IIII    ISII S I S I

ڪهان ڳئي گلزار ... بلبل رووي رين ڏن، (۱۱ + ۱۳)
جنڪون ڀڄلي يار ... تنڪون قيامت آج هيءَ. (۱۱ + ۱۳)

## چونڊ هندي سورٺا.

١- پرمارٿ ڪي آس، رام چرڻ اولمب هيءَ،
تلسي آڙن اڪاس، چاهت بارهه بوند گهه. (تلسيداس)

٢- جيهه سمرت سڌ هوءِ، گڻ نايڪ ڪر ور ورن،
ڪر هون انگرهه سوءِ، بڌ راش شڀ گڻ سدن.

## سيد عبدالڪريم جا سورٺا.

١- وهاڻي ٿي وڄ، تو نان سرندي تن ري،
تاسا وڃي ڀڄ، جا پيئي ڪاڻ پرين جي.

٢- وائي وڃيم شال، ڪنن سين ڪين سڻان،
پلو ڪري جي پال، ته اکين سين انڌو ٿيان.

٣- ڪا جا پر پرين، نه سا ٻڌي نه سا سڻي،
متيون سڀ منجهن، انهيءَ ڏٺي قضيئي.

٤- ايڪ قصر در لک، ڪوڙين سهسين ڳڙکيون،
جيڏان ڪريان پرک، تيڏانهن صاحب سامهون.

٥- هنج لنهين هوءِ، اونهي ۾ اوڙاهه جي،
ايءَ ڪانئر ڪوءِ، جو ڇاڇر ۾ ڇيڙون ڪري.

## شاهه عبداللطيف جا سورٺا.

١- ويچارا وڏيوڙ، سدا شاڪر سوڙ سين،
ڪاٽين مٿي لوڙ، اوري ڪن نه آسرو.

٢- ڏني ٽيڙ ۾ ڏينهن، ڪيهه ڄاڻان ڪهڙا پرين؟
نيڻ پرچي نينهن، پلٽيا پارون ڪري.

٣- گهوڙن ۽ گهوٽن، جيئڻ تورا ڏينهڙا،
ڪڏهن منجهه ڪوٽن، ڪڏهن واهي رڻ جا.

٤- توسين ٻول ٻهون، ساڄن سهسين جي ڪري،
ڪندين توه کهون، (جي) ٽالو ڳهرءِ ليڏهن جو؟
٥- ڏونگر پولين ڪير، سڄڻ ميڙون ڏونگرين؟
ڍهڙا سبڻ سڌير، ڪهن لهندين کي پيا.
٦- اکيون سيڻي ڌار، جن سان پسين پرينءَ کي،
ٻي ڏانهن ڪيم نهار، گهڻو ريسارا سپرين.
٧- اکي ائين هڻاس، (جئن) پنهونءَ ڌوتم ڪپڙا،
هاٽي ائين تياس، (جئن) جت نه نيئم پاٽسين.
٨- سامونڊيءَ کو سنگ، آهي گوندر گاڏڻون،
انگن چاڙهي انگ، ويو وڻجارو اوهڙي.
٩- مونکي جيئار يوءِ، پرين جي ڳالهه ڪري،
ٻ تو اڄ اڏيوءِ، هينڙو ڪوٽ برج جئن.
١٠- ڏونگر مون م ڏکوءِ، آن اڳهه ڏکوئي آهيان،
ساريان ڪونه سکوءِ، سوُر گهڻيئي سنيران.
١١- ورسا ڪاري رات، جنهنبر راهه گم ٿئي،
لڪا هن جي تات، هيءَ پرڻ وڃي وسري.
١٢- پبري ٻڌ ٻيهار، سوُرائتي سندرو،
ڏونگر توهان ڌار، ڪالهه ڏوريندي ڏک سين.
١٣- ڪيو مطالع مون، هو جو ورق وصال جو،
تنهنبر تون هين تون، ٻي لات نه لحظي جيتري.
١٤- جيڪي ڪم سندام، جونا ڏنا جيڏئين،
کلن سب مٿام، ساهيڙيون ۽ سرتيون.

۱۵- ستر ڪر ستار، آءُ اُگهاڙي آهيان،
ڀڪئين ڀڪٽهار، ڏيئي پاند پناهه جو.

## سچل سرمست ۽ سندس سورٺا.

سچل فقير درازن جي ڳوٺ ۾، سنه ۱۷۳۹ ۾ ڄائو. سندس اصل نالو عبدالوهاب هو ۽ ٻه ننڍي هوندي کان، مائٽ سڳيڙو ساڻ پيدا هئس. اڃان ننڍوئي هو ته پيس، صلاح الدين، رحلت ڪئي، تنهنڪري پنهنجي چاچي عبدالحق جي سنڀال هيٺ رهيو. پنجن ورهين جو هو، تڏهن شاهه ڀٽائي درازن ۾ آيو ۽ کيس ڏٺائين، چيائين ته "اسان جيڪو ڪنون رڌو آهي، تنهنجو ڍڪڻ هي ڇوڪرو لاهيندو." هن فقير ۹۰ ورهين جي ڄمار ۾ چالاڻو ڪيو.

سچل جو ڪلام ٽن ٻولين جي وزن لئي جڙيل آهي، هڪ علم عروض لئي ۽ ٻيو ڇند رچنا لئي. سندس رچيل هينيان سورٺا ڏجن ٿا:-

۱- ٻکي سوئي ٻر، اُڏري پار ٻرين جي،
خوشيءَ جي به خبر، ماڻ ڪا وٺي اچي اوڏ هون.

۲- مومل مهٽي هاب، راڻا ڪر نه راءُ لون،
جوئين ڪي ته جواب، مرد نه ڏين ميندرا.

۳- هڪ جوءِ ٻي جوءِ، مرد نه ڇڏين ميندرا،
تو ٻط ٻرين ٻوءِ، ڪوهه لڳايو ڪاڪ کي؟

# دوها سورٺا ميل.

## دوها سورٺا ميل رچنا.

سنڌ جي سرتاج شاعرن، دوها ۽ سورٺا جا ٻاد ٻاڪر ٻوٺي، ٻن ڪان وٺي پندرهن ٻادن وارا نت نوان چند جوڙيا آهن، جي مدرتا ۾ شڌ دوها ۽ شڌ سورٺا چندن کي به شهه ڏيئي ويا آهن. قاضي قاضن، هڪ ٻاد سورٺا جو جوڙي، پنيانس هڪ ٻاد دوها جو ڳنڍي، جيڪو نمونو ٻاد چند جو رچيو آهي تنهن جي پيروي سيد عبدالڪريم ڪئي آهي پر شاهه عبداللطيف يا ٻئي ڪنهن ڪوي ڪانه ڪئي آهي. باقي، اول دوها جي ٽڪ ڪٽي، پنيانس سورٺا جي هڪ پنڪتي ڳنڍڻ سان، سيد عبدالڪريم جي پيروي شاهه عبداللطيف ۽ سچل سرمست ٻنهي ڪئي آهي. پوءِ، شاهه عبداللطيف، دوها ۽ سورٺا جا ٻاد ڳنڍي طرح طرح جا، ٽن، چئن، پنجن، بلڪ وڌيڪ ٻادن وارا چندن جا اڻيڪ نمونا رچيا آهن. شاهه عبداللطيف جي پيروي، سچل سرمست، سامي ۽ دلپت به ڪئي آهي. شاهه عبداللطيف جو گهڻو سارو شعر انهيءَ نموني دوها سورٺا ميل چندن لي ئي ٻڌل آهي.

( ا )

## اڏ سورٺا اڏ دوهــا.

### قاضي قاضن.

١- سائڻ ڏيئي لت، اوچي نيچي ٻورئي، (١١ + ١٣)
هيڪاڻئي ئي هڪ ٿيو، ويئي سڀ جهت. (١٣ + ١١)

٢- سڄڻ منجهه هئام، مون اٿي ويا اونيا،
هيڏانهن هوڏانهن هٿڙا، هينئري جاڙ وڌام.

٣- سيئي سيلهه ٿيام، پڙهيام جي پاٽان،
اکر اڳيان آيري، واڳوُ ٿي وريام.

### سيد عبدالڪريم.

١- ٻهرين پاڻ وڃاءِ، پاڻ وڃائي پوءِ لهه،
ٿهان ڌار نه سپرين، منهن منجهان ئي پاءِ.

٢- امڙ! ڪوءِ گهڙوءِ، موئان سائرو وڃي نڪريو،
هينئڙو ڏئي وت جان مون جئين ڪان نه ٻريوءِ.

٣- آهي پاڻ ئي سلطان پاڻ ئي ڏئي سنيهڙا،
پاڻ ئي ڪرپاڻ لهي، پاڻ سڃاڻي پاڻ.

٤- هنيون نه حاضر جن، پرين نه اکڙين ۾،
تلها پاڻيا سڪڻا، هيئين جاڙ جن.

٥- جان تو گهيڙي گمت، ماگر ياري مڇڙا،
اُن ڪنديءَ ڪيڏي ڪيترا، نيئي پڇاڙيا پت.

٦- ڀنڀوران ٻه ٽوڪ، ڪڏهين نه ليا پاڻ سان،
سڪڻ سپيرين کي، ۽ لاڳاپو سڀن لوڪ.
٧- ڪاٺياريون ڪيئن ڪن؟ عمر اهي ڪپڙا،
جنهين ڄجها ٽون ڀر ور ٽا وڃڻ سهن.

(٢)

## اڏ دوها اڏ سورٺا

### سيد عبدالڪريم.

١- پاٽياري سر ڀڃڙو، جر تي ڀڪي جيئن، (١٣+١١)
تون پڻ آهين تيئن، دنيا ۾ ڪوڏ ڀنڇڙو. (١١+١٣)
٢- اسين سڪون جنکي، سي هڏ اسين پاڻ،
هاٽي وڃي گمان، سهي سڄاتو سپرين.
٣- جي لياڪا لوڪ جا، جان جان سي نه لتاء،
تان تان تئي نه ماء، پسڻ پورو پرينءَ جو.
٤- تون چؤ الله هيڪڙو، ٻولي ٻي م سک،
سوئي لکيو لک، سچو اکر من ۾.
٥- سچڻ ساعت هيڪڙي، جي تئي اکيان ڌار،
ته ڪر سڀ ڄمار، ڏٺوسين نه اکئين.
٦- اسين لتان آئيون، جتي کهنبو ناهه،
جي وڃون منجهه وڻالهن، ته پڻ مٺيون لويون.
٧- اُن در سندي مڱڻين، اڳي ايءَ نه هير،
جئن ڏڳها ڪري ٻير، سڄيون راتيون سمهي.

## شاهہ عبداللطيف.

١- اونداهيءَ اڌ رات ۾، پرينءَ پسايو پاڻ، (١٣+١١)
چنڊ ڪتين ساڻ، پيهي ويو پرلاءِ ۾. (١١+١٣)

٢- پائي ڪان ڪمان ۾، ميان مار م مونءِ،
مون ۾ آهين تونءِ، (متان) تنهنجوئي توکي لڳي.

٣- اوڦا ٻيل اکين سين، تير چلايو تو،
ٻيو مر ماري سو، (جنهنجو) پهريون پور و نہ ٿئي.

٤- سنڱين لڪ، نڪ سنڱين، ڪجل پنئي نيڻ،
سامونڊي مون سيڻ، ڪي تو ڪالهہ لنگھا ئيا.

٥- سهسين ساسر ٻوڙيون، منڊ ٻوڙيو مهراڻ،
وهہ وڃايو پاڻ، هٿي ڪنڌ ڪپن سين.

٦- صبر ۽ شڪر کي ڪاڏي آءُ ڪندي،
آهيان جنهن سندي، سو نہ گهرجي ساڻ مون.

٧- ونيس وڪہ نہ اُپري، تون آرياڻي آءُ،
چڪيءَ توسين چاهہ، پاسي پر ٻيٺي رڙهي.

٨- وسائيندي وڄڙي، حب جنين کي هوءِ،
لالن جنين لوءِ، ٿن اوڪاٽين نہ اکيون.

## سچل سرمت.

١- ويرم لڪوي قافلو، ڏاڍو ڏيٺي ڏکہ، (١٣+١١)
ويٺي سارپان سکہ (جو) هيڪند هيرس هوت سان (١١+١٣)

٢- ويرم لڪري قافلو، ڪائي نہ پيرم ڪل،
سيني الدر سل، سلي ويرم سپرين.

٣- ويرم لکري قافلو، آءُ پڻ ڪتان پير،
ڏک ڏيئي ويا ڏير، مان ٻاروچل ٻاجھ ڪري.

٤- هڪ جوءِ ٻي جوءِ، چنڊن کين جوان،
اُهي پي انسان، جي ننگن تي نثار ٿيا.

٥- جانب تون نه جڳاءِ، مومل سان ماڻا،
سوڍا تون سياڻا، موٽڻ مرڪ نه ڪنهنجو.

٦- عمر اباڻن ريءَ، آءُ تان ڪوجھي آهيان،
لوئي هڏ نه لاهيان، نيشاني جا نينهن جي.

(٣)

## دوها پنيان اذ سورٺا

### شاهه عبداللطيف.

١- ايڪ پيالو ٻه جڻان، عشق نه ڪري ايئن، (١٣+١١)
ڪيا جي نه لڪڻ ۾، (سي) قرب رسندا ڪيئن (١٣+١١)
هوئڻ ڪيا هينئن، والجيا ٻس وصال ڪان. (١١+١٣)

٢- محبت جي ميدان ۾، سر جو ڪرم سانگ،
سوُريءَ سپيرين جي، چڙهي نه ٿيين چانگ،
عشق نه آهي نانگ، عبرون ڪاڏن ڪي ٻون.

٣- ڏٺي ڪريندين ڪڏهين، حيالي هيڪاند،
من ۾ مشتاقن جي، ڪي رلجائي راند،
پرين ڏيساندر پاند، ڳجھ ڳرهيان ڪنسين.

### سچل سرمت.

١- ميهن وسندي مان، ويڙهيچن ويندياس،
لوئي ساڱي لوءِ جي، لال ولي ويندياس،
تر پچين ٽيندياس، ڏک سک پائي سومرا.

٢- هک چوري ٻي زوري، شاهن لاهي شان،
راجا تي تون رعيت جو، ظاهر کرين زيان،
چوندءِ چا جهان، حمير اهڙي حال تي؟

(٤)

## سو، ٺا منجهہ اڌ دوها

### شاهہ عبداللطيف.

١- هوندو هڏ مِ **سند**، لاءِ پيا کر پانهنجو، (١١+١٣)
پوچ پيارا پيڙا، ويندا ونيو **کند**، (١٣+١١)
تہ هت تنهنجي **هند**، موکي کومان لهي. (١١+١٠)

٢- عشق نہ آهي **راند**، جئن کي کنس ڳيرو،
جيءُ، جسي ۽ جان جي، پڄي جي **هيکاند**،
سسيءَ ليزي **پاند**، اُچل تہ اڌ ٽئين.

٣- ڏني جن هيکار، صورت ساهر جام جي،
سک تي ستيون کينکي، پري ساڻ پنار،
گهريون گهرتان ڏار، کاهي پيبون کن ۾.

٤- جاهڙ الدرجيءَ، ساهڙ ڏلي ساهہ کي،
ساهڙ چري نہ ساهہ جي، ساهڙ ساهڙ ريءَ،
ساهڙ ميڙ سميع، (تہ) ساهڙ چڙي ساهہ جي.

٥- سر ڏيئي ست جوڙ، ڪنهن پر ڪلالن سين،
ڪالي ڪرت ڪپار ۾، خنجر آڻي ڪوڙ،
مرڻان منهن ۾ موڙ، وڃي تي وڏ لهي.

٦- ڪرها ڪسر ڇڏ، وڪون وجهه ۾ وڏنديون،
هيڪر حبيبن سان، مولکي ليئي گڏ،
مڇڻ پوئي هڏ، آهون اُڪنڊين جون.

## ساميُ.

[ ڀائي چيئنراءِ ٻچومل لنڊ هو سچو نالو ساميءَ جو. سنه ١٧٤٣ع ۾ شڪارپور ۾ سندس جنم ٿيو. شش هو سوامي مينگهراج جو. پنهنجي گروءَ کي مان ڏيڻ لاءِ، تخلص رکيائين "سامي". سامي، پنهنجي گروءَ کان سنسڪرت ٻولي ۽ ويدانت جا متا سکي منجهن پير ٿيو. ننڍي هوندي کان ئي وٽس سنتن جو سنگ ٿيس سو ويراڳ وڌي ويس. مائٽن شادي ڪرايس. زال کي وٽي امرتسر ويو. اُتان موٽيو ته ويس هوس. فقيرائو. چاليهن ورهين جي عمر جو هو ته سلوڪ لکڻ شروع ڪيائين. سنه ١٨٥٠ع ۾، سٺن سارن هڪ سؤ سٺن ورهين جي عمر جو ٿي، ديهه ڇڏيائين. سندس سلوڪ دوها سورٺا ميل لي رچيل آهن. سورٺا منجهه اڌ دوها جا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:- ]

١- هيرو جنم نه **هار**، مورکه من جي ڀاءِ لون،
ملي ساڌ سنگت سان، اود يا پيرم **نوار**،
پنهنجو پاڻ **سنيار**، (نه) سکي ٽئين سامي چئي.

٢- جيڪي سرڻ پيا، سامي ساڻ سنگت جي،
تنجا پوري ستگورءَ، ڪارج سڌ ڪيا،
ويري مترٿيا، ممت نہ رهين من ۾.
٣- جنهن ريجهايو ڪنت، آءُ سهاڳڻ سا چوان،
چڙهي سڪپت سيج تي، ڪيلي لت بسنت،
پائي سک بي انت، سامي سلي ڪينڪي.

## سچل سرمست.

١- پکيءَ سندا پر، ڪريان مرصع موتين،
جو آيو عجيبن ڏي، ڏئي خوب خبر،
پينڙ ڙي، مون پر، شل وينو ڪري وائيون.
٢- آءُ ڪانگا! ڪارون، توسان ڪريان ڪيتريون؟
جو پهچائين پيغام تون پريان جي پارون،
سڄڻ سنيارون، تو ڏاها! ڏهاڙي ڏئين.

(٥)

## ڏيڍ دوها اڌ سورٺا

## شاهہ عبداللطيف

١- مومل ويئي ميندرا، سدائين ساري، (١٣+١١)
دليون واس ورليون، چالگي کي چاري، (١٣+١١)
جڏهن ڪڏهين سپرين، ايندم اوتاري، (١٣+١١)
سوڍي سين ساري، ڳالهيون ڪنديس ڳجهہ جون.
(١٣+١١)

٢- اڻ چوندن کير چؤ، چوندن ڇهو وسار،
انئي پهر ادب سين، پر اهائي پار،
پايو منهن مولن پر، غربت ساڻ گدار،
مڻتي منجھ وهار، (تہ) قاضيءَ کاليارو نہ تئين •

(٣) کڻي نيڻ خمار مان ناز ڪيائون نظر،
سُورج شاخون جهڪيون، نہ ڪوماڻو ٻہ قمر،
تارا ڪتيون تاب تيا، ڏيکيندين دلبر،
جهڪو تيو جوهر، جانب جي تہ جمال سين •

(٤) سامي ڪامي پرين لئہ، ڪسي تيا ڪباب،
جهڙو ڏسڻ ڏوهہ کي، تهڙو تن ثواب،
اوتين ارتي گاڏئون، منجهان اکين آب،
سندو ذات جواب، تون ڪئن پڇين تنکي •

(٥) جي پائين جوڳي تيان، (تہ) سڳي سال وڃاءِ،
مالها ڦيرج من ۾، ڏر کي ڏور مر لاءِ،
اي غلام تون گودڙي، صبر جي تہ سباءِ،
(تہ) سامريا سنداءِ گر وٽ گلا نہ تئي •

## سچل سرمست•

(١) ڪيچان آيو قافلو، مون وٽ تيو مهمان،
سچل ساري ساٿ جو، هو آرياڻي اڳوان،
وساريندس نہ ور جو، اچوڪو احسان،
مؤلا مهربان، لڌر لماڻيءَ لي ڪيو•

٢- ويندي وڃ چالڳن جو، ڇڙيو ڪين ڇڙو،
ڇپر ۾ ڇوريءَ کي، ڇڏي ويا ڇڙو،
ڏيندو ڪين ڦروچ ريءَ، پاليڻ کي نه پڙو،
مٽيءَ کي مڙب مڙو، مولڪان ترتيليو نه تئي.

## دلپت.

١- اندر پرين، ٻاهر پرين، پرين موهين ساڻ،
ويچو آهي وٺين ڪون، وٺ پيچل وتاڻ،
دلپت وچانهين ويو، پل پلا ندر پاڻ،
(اسين) ساڳي پرين پاڻ، تي ناحق ٽڪياسون ٽڪيا.

٢- وڻ ٽڻ ملڪ ۽ ماڻهو، پسون پنکه پهاڙ،
هيءَ مڙيوئي هڪڙي جانب جو جنسار،
لڪي هن لباس ۾ تو الاهي اظهار،
دلپت تئي ديدار، عين جي نه اکين سين.

## (٦)

## سورٺا منجهه دوها.

### شاهه عبداللطيف.

١- لڙ لهريون لس ليٽ، جت الست نه لهي آب جو. (١١ + ١٣)
الله اول م اُن جا، پيڙا مٿي پيٽ، (١٣+١١)
جوکو تئي م جهاز کي، ڦري اچي م ڦيٽ،
لڳي ڪام چپيٽ، هن غار ٻيي غوراب کي. (١١+١٣)

٢- لهرن لڪ لباس، پاڻيءَ پسڻ هيڪڙو،
اونهي ئنهن عميق جي واري ڇڏ وماس،
(جت) نانهن نهايت نينهن جي، ڪوءِ اُت پنهنجي خاش،
ڳرن جي ڳلاش، لاهه نہ لالن لڳہ تئين.

٣- وڃين ڇو وڏڪار، هت نہ ڳولئين هوت کي،
لڪو ڪين، لطيف چئي، ٻار وڇو ٻئي پار،
ڏيءَ ستي ٻڏ سندرو، پرت پنهونءَ سين پار،
نا ئئين نيڻ نهار، توہ ديرو دوست جو.

## سامي.

١- ستگر جهڙو شاهہ، ڪونہ ڏٺوسين ڪاٿهين،
پرچي ڏنو جنهن پورٻي، آتم ڏن اٿاهہ،
نڪي پڇيائين جات پات، نڪي پڇيائين راهہ،
ڪري من اڇاهہ، سامي ڇڏيائين ڇن ۾.

٢- سپني منجهہ ڪنگال، راجا ٿيو هڪ ديش جو،
هاٿي گهوڙا پالڪيون، ميڙيائين سڀ مال،
در تي بينا ڪيترا، سامي ڪن سوال،
جاڳي اهو حال، پسندو ولي پنج ڪٽي.

## سچل سرمست.

١- آءُ ڪانگل! ڪائين، تان تي عطر اوليان،
اچڻ ٻاجهون آلجي، آهيان اُپاٽڪ آئين،
ڏاها گهڻا ڏيهڙا، متان ٽون لائين،
پير اڳڻ پائين، نہ منهنجو ساهہ سڌير ٿئي.

٢- سڳهي اُڏامي آءُ، تون پکيڙا! پرين جا،
سڀ ڪنيپ ڪريان لنهنجا، سارط جواهر جڙاءُ،
عطر ڪٿوري اوليان، پيا ماڻڪ لو مٿاءُ،
ساري سنيهاءُ، ڪي آڻي ڏيج عجيبن جا.
٣- ڪٽي سارط ڪني، جا آندم ملڪ ملير کون،
مٿي مارئيءَ تان اها، لهطو ڪين لٿي،
لوئي سندي لڄ ڪان، پڪيان پٽ لٿي،
هت سورن آءُ ستي، هت ڏوراپن ڏکوئيو.

(٧)

## اڏ سورنا ٻـ دوها.

### شاهہ عبداللطيف.

١- مون ۾ تون موجود، آءُ اڳاهين آهيان، (١١ + ١٣)
اکيون اکڙين کي، سکيو ڪن سجود، (١٣ + ١١)
تيلانهہ رسيون بود کي، جيلانهہ تيون نابود، (١٣+١١)
ماڻهن جي موڻط جو صاحب هت سجود، (١٣+١١)
ان در سيڻي اگهيا، جن وڃايو وجود. (١٣ + ١١)
٢- عمر سڀ عبث، ويل وڃاير پانهنجي،
وينڻي لکيو لوڙيان، جيڪي ڪيو مس،
اڇي اياڳن کي، راسخ اڇي رس،
حال منهينجو ڇهڙو (جهڙو) تان تون پريم پس،
قلب ڪارو جو تيو، ڪاتب لاهين ڪس.

(٨)

## ٻہ دوها اڌ سورٺا

### شاهہ عبداللطيف.

١- جي ٽٽو ٽن ٽنو جڳن نہ ڇنڊي ساڻ ڇماءِ، (١٣+١١)
آڏي آڳہ ادب سين، ٻاري جان **جلاءِ**، (١٣+١١)
برقعان اندر ٻاڙيون، پنهنجون سڀ **پچاءِ**، (١٣+١١)
لڇڻ لئن، لطيف چئي، پڌر هڏ م **پاءِ**، (١٣+١١)
متان لوڪ **لکاءِ**، وصالان وڃ ڦٽي. (١١+١٣)

٢- قرقل قوڻا، ٻارچا، اگر ۽ عنبير،
ههڙو وڻج وٺي، ڪري، وڃھ وڻجارا وير،
پتي يار م مڪڙي، (اڳيان) سائر سڄي سير،
ڪوڙهي اهڪ، عادت چئي، جر جو ڪاري نير،
گهر ٽنينجي ڪيرہ، ساٿ جنهنجي سڄڻون.

### دلپت.

١- (جي) پاڻين پسان پرينءَ کي، نہ لڪي وڃھ ليو،
اڻ هوند حباب آب ٿي، عالم ائين ٿيو،
پر فرق ٿوڙي ٻہر جو، ڪنهين ڪوڻ ڇيو،
جنهن ڳوليو ٿي پرينءَ کي، سو وڃوڻي ويو،
نکي ڪين ٿيون، جت ناهي ٻولي ٻن جي.

٢- ڇاڪي وڏو ڀاڱ ۾ لڙڪن واٿهن وير،
جي ڀير ۾ ڀاڱ ڏٺي، تان ڪرڙ ۾ ڪير،
ڪک ڀن ۾ آهه ڀڏرو، ڀريان سندو ڀير،
اٽا ڪاٽا ڪيڪڪي، لهن ڀون ۽ جو ڀير،
ڪو سچو ڀسي ڀير، دلپت چوي دوست جو.

---

## شاهه عبداللطيف جا وڏيڪ دوها سورٺا ميل.

(٩)

### سورٺا منجهه ۾ دوها.

جهڙا پاڻ پڻ، لهڙ يون شالون مٿن سائيون،
عطر ۽ عنبير سين، تازا ڪيائون تن،
مڙهيا گهڻو مشڪ سين، چوٽا ساڻ چندن،
سونهن رپي سون سين، سندا ڪامڻ ڪن،
ڪيائين لال لطيف چئي، وڏا ويس ورن،
منجهه مرڪيس من، سوڍي سين جو سڱ ٿيو.

(١٠)

### اڌ سورٺا ادائي دوها.

ڪرهل پائي لچ، ڪوهه نه وئي آن سين؟
أجار يائون اوليون، ڏوٺار يائون ڏچ،
متان ويهين ويسري، آئي پورل پچ،
سٽين ساجهر لڏيو، لون ايءَ نهارين اچ،

ڪاله سبائيءَ ڪنجرو، الڳون پاسي اچ،
ڪير تيندو لنهيندڙون، ادورائون اچ.

(١١)

## اڏائي دوها اڏ سورٺا.

سون ور نيون سوڍيون، رهي راڻيون ڪن،
اگر اوطاقن ۾، ڪٿوري ڪٽن،
او ٺيائون عنبير جا، مٿي طاق ٽڙن،
پاڻن ٻيلهون ٻڌيون، پسيو سونهن سڙن،
ٿيا لاهوتي، لطيف چئي، پسڻ لاءِ پرين،
اڇي ٿا اچن، ڪاڪ ڪڪوريا ڪا پري.

(١٢)

## اڏ سورٺا ٽي دوها.

آئين اچي پسو، جيڏيون (هي جو وهڙ) منهنجي جندڙي،
پاڻي وٺڙا پير ۾، منجهان ڪرس ڪسو،
ڏيئي وٺڙا ڏاهه ڪي، سورن جو سرسو،
آءُ ڏوريندي اُن ڪي، ڏيئي لن لسو،
ساءُ نه آيان سوُر جو، ڀاڪي تيون هسو،
هتان ويهي وسريون، ڏڙهو تان نه رسو،
مندائتي مينهن جئن، ويرو تار وسو.

(١٣)

## ٽي دوها اڌ سورٺا.

حڪم ٿيو بادل کي، تہ سارنگ سات ڪجن،
وڄون وسط آئيون، ٿهہ ٿهہ مينهن ٿمن،
ڄن مهانگو لهي ميڙيو، سي ٽا هٽ هڻن،
پنڇن منجهان پندرهن ٿيا، ائن ٽا ورق ورن،
ڏڪاريا ڏيهہ مان، شل مُوزي سي مرن،
وري وڏيءَ وس ڄون ڪيون، ڳالهيون ڳنوارن،
سيد چوي سين، آهہ توهہ تنهنجي آسري.

(١٤)

## اڌ سورٺا، ساڍا ٽي دوها.

(ڪوهياري) ڪامار يندي ماءِ، جا من اندر ڳالهڙي،
چڙهان ڏونگر چوٽئين، سپيريان جي ساءِ،
نهاريندي پس لڪري، هاڙهو هوتن لاءِ،
پاڻڊ پٽڙا پيرا پري، پريان سين پهچاءِ،
دولڙي مولکي ميڙئين، سنڌيءَ جانب جاءِ،
هوت هلن آئون وهان، تہ ڪا ائن ڄڳاءِ،
سسئيءَ جي سريءَ کي، اوڏالهين آڻاءِ،
پيرالديءَ پنهونءَ جي، منهنجو لوڙهہ لتاءِ.

(١٥)

## اڏ سورٺا چار دوها

منهنجون (سيئي) آيل ماءِ، من مرادون پيئون،
جهڙي ڀريان ڳالهڙي، تهڙي ٻي نه ڪاءِ،
ڪجهي ٽان ڪوڙ ٿئي، سچي ٽان سيياءِ،
ويهه داتا جي در تي، شڪر جنهن جڳاءِ،
ڪانهي حد حمد جي ته ڪريان لالن لاءِ،
ڳڻيو ڳڻيان ڪيتريون، وڏيون وڏا نياءِ،
سو مون هتان نا ٿئي، جيڪي توءِ جڳاءِ،
تو سچيون تو سنديون، سڪن توهين لاءِ،
دل دانهن ري نا رهي، مونکي مانت جڳاءِ.

(١٦)

## اڏ سورٺا سادا چار دوها

هل هوٺن ڪارڻ حال، شل سگهر ٿينديئن سات جي،
پير پنهنجي پرينءَ لئه، ڪوڙ ر ٽائين ڪالهه،
چڙهندي سر چوٽيئن، لڪن ڪيڙس لال،
جي پالئين جتن جي ويجهي ٿيان وصال،
ٻري ٻپ ورن ۾ وجهج ڪا وڙال،
ڪيچان آيو قافلو، مٿي ميين مال،
ايندئه بوءِ بوٺن جي، (لتون) جهلج ٻپ ٻهال،

جتي جهازن کي، جبل تين جنجال،
پڇي پيادن کي اَلي، آرياڻي احوال،
ادا يون عبداللطيف چئي، سڄڻ ملندم شال.

(١٧)

## اڏ سورٺا پنج دوها.

شاديءَ جو سينگار، (آيل) مرڪ منهنجو مون پرين،
آهي ڳهه ڳچيءَ جو، ڏي ها لورا هار،
آهي اُگهاڙن کي، جانب جو جنسار،
آهئين ڪاج بکين جو، تان ٿون طعام تيار،
اعليٰ اُچو عيد ۾، دوستاڻو ديدار،
حسن هوت پنهونءَ جي، ڪڪوريو ڪوهيار،
سڀ ڪيائين سرهي، واسيائين وڻڪار،
چيڙ چنون مشڪيون، عطر تيو آوار،
ڪوڙين ٽيڙا ڪيترا، ناڻي تان نه نثار،
سدا سلامت جي، گولي گرفتار،
گهوريان گهر گهٽيءَ تان، اڇي جئان آڏار.

(١٨)

## پنج دوها اڏ سورٺا.

موٽي ماندائن، واري ڪيائين وار،
وڃون وسط آئيون، چوڏس ۾ چوڏار،

ڪي اُٿي ويٺون استنبول ڏي، ڪن مڪيا مغرب پار،
ڪي چمڪن چين ۾ ڪي لهن، سمرقند ۾ سار،
ڪي رمي ويٺون روم ۾، ڪي قابل ڪي قندار،
ڪي دهليءَ ڪي دکن ڪي، گڙن مٿي گرنار،
ڪنهين جنبي جيسلمير تان، ڏنا بيڪانير ٻڪار،
ڪنهين ڀڄ ڀڃائيو، ڪنهين ڀٽ مٿي ڀار،
ڪن اڇي عمرڪوٽ تان، وسايا ولهار،
سائيم سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار،
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

(١٩)

## اڏ سورٺا ست دوها.

مدد تيءَ ميهار، يار ساهر سير ۾،
اونهان ڪن اٿانگهه ٿڙ، اولي هڻ آذار،
ڏينهن ڏهلا ڏمرلين، آهيان آهيان ڌار،
ٻيڙل ٻانڌي ٻار ڪري، اٿ اُٻتا آر،
لٿي گهڙي سنهڻي، آڳهه ريءَ آذار،
ڪاري رات ڪچو گهڙو، ٿوڏيءَ ڪي ٿدوار،
سنيوُرو سيٽاهه سين، سگهو رس سنگهار،
اوران ران آهون ڪريان، ٻهچان شال ٻرار،
سٽيو جهانءِ جهڄي هنيون، ساڻيارا سنيار،

[٦٨]

آيم ريلي ريڻسين، الله تو آهار،
ٽار ٽرلديس پرين پسنديس، وينديس وٽ ويچار،
پورينديس پار مٽي، سهسين جي سينگار،
ڳولي ڳهاڳهاڻي ڳهڙي، جڳنتا جا ٽار.





پاڳ- ڇهون.

# للت پد يا سار ڇند.

## للت پد يا سار ڇند رچنا.

هيءُ به هڪ دوپاد پديه آهي. هرهڪ پاد ۾ ٢٨ ماترائون اٿس. هرهڪ پاد ۾ به چرن، سوڪل ٿيا چار چرن. يت جو استان ١٦-١٢ ماترائن پٺيان آهيس. ٻنهين ٻچوٿين چرن جي لڪ ملايل آهي. هيءُ به ارڌسم ماترڪ ڇند آهي.

| ٢٨ ماترائون = ١٢ | + | ١٦ |
|---|---|---|
| S S III SII | | SS IIS SS SS |
| ڇولي ميلي صابن ٽولا... | | ڪتلي ملهل ڌووان |

### ڇوند هندي للت پد يا سار ڇند:-

(١) پيدا ڪرجس ديش جاس لي، تمڪو پالا پوسا،
ڪئي هٿي وه لڇهس ڪا، لم سين ٽڙا پروسا.
(رام لريش ترپاٺي)

(٢) ڪها مان آپ باس هماري، چلو سکي تو آجو،
سنچي حال هو آج تماري، پريا سنداري ڪاجو.

## "شاهه عبداللطيف جي رسالي ۾ درج
## ٽيل لـلـت پد چند."

١- چولي ميلي صابڻ ٽولا، ڪتلي ملهل ڌووان،
سيني اندر داغ رانجهودا، جيون ڌووان تيون رووان.
٢- هڪ جو سهڻا (پيا) دلدا ڏاڍا، ٻيجي بي پرواهي،
آهه ڪريان ٽان جڳ ميلي، ڪوڪان داد نه پائي.
٣- حاڪم تيوان حڪم چلاوان، عشق اجاري پاوان،
جو ڪوئي عشق نه جاڻي، سو سڀ قتل ڪراوان.
٤- ڪالي وال لطيفان والي، اکيان ٻرن مشعلان،
نڪديان نوڪيان ڏيون چوڪان، ولول ڪهن ڪنگالان.

## ڏيي چند ۽ ٻئا چند.

١- رانجهڻ والا زهر پيالا، ڳجهڙي آيم پاجي،
ماءُ پي ڪنئون چوري پيتم، ڪيتم روح نه راضي،
دل دي قضا دل هي جالي، تون ڪيا جاڻي قاضي؟
٢- لکم ڪتابت ليکون ڏيوان، جي دلبر تون پهچائين،
جيوين آکان، تيوين آکين، ويندي پل نه لاوين،
ڳلوچ ڪپرا، شيرين زباني، دست پيران تي پائين،
(ته مين) سر صحيح غلام تساڏا، دلدي مهر نه لاهين.

# سچل جا الست پد، چند.

## سنڌي.

۱- الف باب مطالع ڪرڻو، ٻي ٻي ٿي نہ سڄاڻ مون،
اڇڙو وڇڙو الله اهو، دائم دم ڏريان مون،
ساڻ يقين تصور وارو، ثابت سبق پڙهان مون،
باجهون باب برهہ جي **سچا**، ڪهڙا حرف ڳڻيان مون؟

۲- پاڻان پاڻ ڪيو سي پيشڪ، هر صورت سيلاني،
سيڪا صورت منهنجي آهي، آهيان لا مڪاني،
ڪفر نڪو اسلام رهيو آ، لٿي راهہ حيراني،
**سچل** نام تيو گم باقي، رهيو سر سبحاني.

۳- جوئي جو نا پيدا هيڙو، سوئي تيو وري پيدا،
جوئي پيدا اصل کان هيڙو، سوئي تيو نا پيدا،
پيدا سو نا پيدا ٿي، ٿي تڏهن حق هويدا،
پيدا جي ڪل تڏهن پولدي، (**سچو**) نا پيدا ٿي ويندا.

۴- جان جان طالب مسجد مندر، ڪين ڪرين ويرانا،
تان تان راهہ قلندر واري، ڪين ملي مردانا،
چا تيو، تين لطيفان جاري، هي يي هنر بهانا،
ڪشف قلوب قبور سيڻي، هي پڻ ڏوڙ ديوانا،
لکن نقش ڪمائن ڪيميا، ميڙن مال خزانا،
خوء خضر جي ڪار شيطاني، حفظ ڪرن قرانا،
مرد سچا جي محبت وارا، سولي سر سمانا،
باجهون راهہ عشاقي **سچا**، پيا سپ ڪوڙ ڪرانا.

۵- سمجھايو مان طالب لوڪي، سچ اهو ئي سارو،
ارض سما ۾ واه وڄائج، عاشق ليهڻ لغارو،
نام چڙي بدنام ٿي اچ تون، لوڪ ڏسي سڀ سارو،
ست **سچل** سامان صلح جو، مار حقاني نعرو.

٦- فقر انهيءَ ۾ پياسون سچا، آهيون يا سچ نا هيون،
ناهيون جاڄ اهائي ساري، آهيون تا بي ناهيُون،
فرعوني منصوري هڪڙي (سچل)، حرف ڪيهو چؤ ڏاهيون،
**سچا** سچ ڏڏهن آ تيڻو، پوش پاڻان هي لاهيون.

٧- مرشد آکيو، عاشق تين تا، منڪر ٿي مشائخي،
شيخيءَ پيري ۾ بزرگي، آتي سڀ هلاڪي،
عشق امانت خاص الله جي، دل کي ڏي فراخي،
**سچا** سوز گداز سواءِ سچ، پيا سڀ چور طباخي.

٨- منجهه حضور هادي جي طالب، پانهون ڀڃي وهندين،
جيڻن چوائي مرشد چوندين، ڪلمو ڪفري ڪهندين،
گر ۽ گوبند صورت ساڳي، راهه انهيءَ ۾ رهندين،
رنگ ريتي بي رنگ **تي سچا**، ناهه انهيءَ ۾ نهندين.

٩- هي دم ڀر حقيقت هوُ جي، هوُ سان هوُ سچاٽين،
خاڪي جسم لهه پهه پوڙين، هرگز عذر نه آٽين،
اندر باهر ظاهر هوُ آ، طرف نه بي تون ڏاٽين،
**سچل** گم گمراهي واري، راهه اهائي چاٽين.

# سـرائـكـي.

۱- الف باب مطالع كيجي، بي تي ثي نه سڻيجي،
آوڻ الله جاوڻ هوُاهو، دائم دم ڏر ڍجي،
نال يقين تصور دي وچ، سبق سنڀال پڙهيجي،
ڏوجهي باب حرف بي سچوُ، كنهدي كاڻ ڳڻيجي؟

۲- اكيان عشق ہي آبرو عشق ہي، مژگان عشق سيوئي،
جادوگر دا جادو ڏايا، هوء هوء سڀ لون هوئي،
عاشق ويكھ حسن دي مرچي، حال وڃاندا روئي،
تير كمانين بازان كنون، (سچوُ) بچ نه ويندا كوئي.

۳- چوڏس چند منهن محبوب دا، واهه كشادهه پيشاني،
ويكڻ نال حيران رهيا سي، رنگ سارا رحماني،
جهلك اُنهيندي كون جهلي جا، هوئي نور نشاني،
سچوُ حسن حسين دي اُتون، جان كيتي قرباني.

۴- سهڻين دي منهن سهڻين سونهين، واه عجب چٽسالي،
قطري نور ستاري چمكن، (يا) لعل سرخ دي لعلي،
ياوت دريسالي هولدي، بي بها بر حالي،
سچوُ مست تيا وت اُتان، ديكھ حسن دي چالي.

۵- سهڻي صورت يار سهڻي دي، ڏنر هك ڏهاڙي،
دست كيتن تلوار برهه دي، ماري وت اُلاري،
كڙي رهن بند باهون اڳون، عاشق وچ قطاري،
رُ برُ معشوقان سچوُ، (اهي) سر كڙي اختياري.

٦- مين نا بزرگ بهون ڏلي جو، ٻاري عجب ٻهيندي،
عشق درد دي ڳالهه ڪڙاهان، نا منظور منيندي،
عشاقان تي راهه دي پلي، حاسد هجو آئيندي،
عاشق وچ درياءَ حيرت دي، **سچو** يار ٽبيندي.

٧- مين خدا خدائي اپڻي، دي وچ آءُ پيوسي،
اي سب حسن اساڏا هويا، جنهن وچ آءُ ڪڙيوسي،
چار مڪان رهيا وچ ڪتان، ڪت مڪان ڪتوسي،
لا مڪان مڪان اساڏا، سچو نام ڳيوسي.

٨- يار ميڏا هئه يا قوتين وت، لعلين دا وڻجارا،
سرخي لعل لبان تي لائيس، (چڙ) ڪليا گل هزارا،
برڪ دو پهري شرمندا تيا، ويڪه عجائب سارا،
سهڻا واهه هميشهه هوندا، **سچو** باغ بهارا.

٩- ڪهڙي ڪارڻ ڪانگ اُڏايان، (تون) وسين اساڏري ويڙهي،
هووين هميشهه يار پيارل، درد مندان دي ڏيري،
لٿي اسان تون سهڻا سائين، جهنگ سيالين دي جهيڙي،
رالجهو مين رل مل رهيوسي، ڪون ڪميٽي ڪيڙي،
**سچو** دا جهڳڙا عشقين والا، قاضي (سو) ڪون نبيري.
١٠- مسجد چوڙ لڳيس ميخاني، مٺي دي جام پتوسي،
مين ڏو ڏولهين وسر ڳيوسي، بيخود ڪيف ڪتوسي،
ڏوهه ثواب ڪنون ڇٽ پيوسي، **سچو** (سارا) ڏن ڏتوسي.

# چوپائي ڇند ۽ چوپئي ڇند

## چؤ پائي ڇند رچنا.

هيءُ هڪ چؤپاد، سم ماترڪ ڇند آهي. هر هڪ چرڻ (پاءَ) ۾ ١٦-١٦ ماترائون اٿس. اهي ١٦ ماترائون، چئن چئن ماترائن جي چئن چوڪڙن ۾ ورهايل آهن. يت جو استان ٨-٨ ماترائن پڄاڻان آهيس. تڪ گهٽو ڪري ٻن ٻن چرڻن جي ملايل ٿيندي آهيس پر ٻنڌن ڪونہ آهي. چؤپائيءَ جواڌ (ٻہ پاد) ٿنڪي ڪونئين ارڌالي چؤپائي ۽ هڪ پاد کي ڪونئين سوائي چؤپائي.

۴ + ۴ + ۴ + ۴ = ١٦ ماترائون

SS IIII IIII SS

اوڳي چڙهيئہ ارتا لوڙي

## چونب هندي چؤپائي:

رام سمجهہ رحمان سمجهہ لي،
ڌرم سمجهہ ايمان سمجهہ لي،
مسجد ڪئسي مندر ڪئسا،
ايشور ڪا استان سمجهہ لي.

(واسب ٻسوائي)

# چوُپئي چند رچنا

چوپئيءَ ۽ چوپائيءَ وچ ۾ ڀيد فقط اهو آهي جو چوپئيءَ جي هر هڪ چرن ۾ تين ١٥ ماترائون: ٽي چوُڪٽ ۽ هڪ ٽرڪٽ. ڀت جو استان، انهيءَ ڪري، تيو ٨ ۽ ٧ ماترائن پنيان. پوئين ٽرڪٽ ۾ جي هڪ لگهواچر (ڇوٽو جزو) گڏجي ته چوپئي ڦري چوُپائي ٿي پوندي.

| | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ٤ | + | ٤ | + | ٤ | + | ٣ | = ١٥ ماترائون |
| S I I | | S S | | S I I | | I S | |
| چرخو | | چوري | | ڪتڪا | | تار | |

## چهنب هندي چوُپئي.

اُپون مين هيءَ پري اُمنگ،
ڪليان ڪلتي هين ۽ ڀهوُ رنگ،
پر ملتا هيءَ اُسڪو مان،
جو هيءَ سليپ سگند لدان.

(رام ڪريش ڪرپاڻي)

# چونڊ سنڌي چوپايون ۽ چوپيون

## شاهه عبداللطيف.

### سر ڪاپائتيءَ واري مت.

١- اوڀي ڇڏيءَ ارٽ الوڙي،
مونا، منجهون، ڦنگهه ٻه ڦوڙي،
ليٽڻ، ڳجهه، مڪڙي موڙي،
ڪڏهن ڇموٽن مان ٽڪ ٽوڙي،
هاڻ ڪندينءَ تون ڪهڙي ڪار؟
چرخو چوري ڪت ڪاتار!

٢- ڀڳو سچو ڪر صحين ساري؟
ساج سپوئي صحي سنواري؟
ڪار ڪتڻ جي ويهه م وساري،
اچو پڃائج، لاري ڦتياري،
لائج تون لنو ارٽ سين آر،
چرخو چوري ڪت ڪاتار!

٣- (ٽوسر) ارٽ سدا تو دانهيون دانهي،
(تہ هيءَ) مالهه منجهان مون لاهيو لاهي،
ڪڍيو ڀڪيون، ڏاهيو ڏاهي،
گهريو پٽ پر، راهيو راهي،
پڻين سدا ٿي ٽون، ٻيڪار،
چرخو چوري ڪت، ڪاتار!

٤- پنهن جي لند لو آڏو ايندي ،
سنهي ٿلهي سڀ لنگهي نه ويندي ،
جنس سيڪا جاري ٿيندي ،
هر ڪا پنهن جو پورهيو جهليندي ،
ڪتي پٽاندر بار و بار ،
چرخو چوري ڪت ، ڪاتار .

---

# ڪشنچند تيرٿداس (بيوس)

## محنت .

١- بک سگهي ڪيئن تنهن کي گهيري ؟
ڪمبختي ڪيئن تنهن کي گهيري ؟
سستي جو چستيءَ سان ڦيري ،
محنت تي جو پاڻ کي هيري ،
جنهن جو محنت تي مدار ،
محنت ڪر محنت هروار .

٢- ڪر ڪوشش سان کيتي واڙي ،
وڃ جهنگ کڻ تون ڪوڏر ڪهاڙي ،
محنت جنهن جي آهه اڳياڙي ،
سرهي تنهن جي آهه پڇاڙي ،
مند مٿي ٿئي پوک تيار ،
محنت ڪر محنت هروار .

٣- محنت خود هڪ ور ثو آهي،
قرض وڏن جو ويتر لاهي،
پونجي پنهن جي پڻ ڏي تاهي،
وڏ هن ڪان ڪا ڪيميا ناهي،
محنت سان مفلس زردار،
محنت ڪر محنت هروار.

٤- محنت مولين جو مهراڻ،
سون رپي جي خاصي کاڻ،
علم عقل جي پڻ اڳواڻ،
هر شيء محنت سان ٿي جاڻ،
محنت ڪامل ڪيميا ڪار،
محنت ڪر محنت هروار.

٥- گهرج ٿڌهن تي گهوبي ماري،
درد ٿڌهن تو بارڻ باري،
مڙد، ٿڌهن تي ڳٽتي ڳاري،
سست جڏهن اوُ مفت گذاري،
محنت ڪان ڪر ڪين ڪنار،
محنت ڪر محنت هروار.

٦- محنت اهڙي آهه نه هيٺي،
رهندي جاڪ نصيب وهيٺي،
آسن ڪان ٻاجهاري ٻيٺي،
ٻاڳ ٻلي ڪان ٻالئج ٽيٺي،
قسمت محنت جي اختيار،
محنت ڪر محنت هروار.

٧- جي لون آهين شاهوڪار،
زور زبر وارو زردار،
نه ٻه محنت کان ڊار نه عار،
محنت ڊاران مرد لڪار،
محنت سان ٿي وڌي چمار،
محنت ڪر محنت هروار.

٨- محنت ساڻ نيازي ڇاجي؟
هن هن جي در آزي ڇاجي؟
هٿ هٿ هاري بازي ڇاجي؟
غمگيني ۽ غازي ڇاجي؟
محنت هردم خود مختيار،
محنت ڪر محنت هروار.

---

# رابندرا ناٿ ٽئگور ٿان.

ترجمان:- شري منگهارام اڌارام ملڪاڻي.

### (١) "پريم پانڌيڙو"

مينهوڳيءَ جي گهور گهٽا ۾،
رات سمان، سن مان هوا ۾،
چپ چپ آئين پاڻ لڪائي،
لوڪ نظر کان پاڻ بچائي،
ڪين اکيون پرياس ٿي کولي،
ڪين سٽي ڪجهه، ڪين ٿي بولي،

لوڙي پورب، پون پڪاري،
اڀ پيو گهاٽا ٻڙدا چاڙهي.
گيت ٿيا خاموش جهنگل جا،
دوار به گهر گهر جا بند ٿي ويا،
لون ٿي هڪ پاڻ پرو آهين،
سڀني کي ٻر پير لو پالين.
ساٿي سهڻا، پرپتم پيارا،
پٽيل نيڻن مون کهو دوارا،
سهڻي وانگر منهن ڏي پڪاري،
هليو نه وڃجانءِ موکلي وساري.

## (٢) "منهن جي پرارٿنا"

پرارٿنا پڀو تو کي هان،
لڙي ڪي هيٺاڻي دل مان،
سگهه ڏينم تان آنند مان،
دک ۽ سک سڀ پيو سهان.
سگهه ڏينم تان پنهن جو پيار،
سڦل ٿيو ۾ ڪريان هر بار،
سگهه ڏينم مسڪينن تان،
هٿ ڪڏهن نان آءٌ ڪٽان.
سگهه ڏينم بلوان اڳيان،
گوڏن پر هرگز نه ڪران،
سگهه ڏينم ننڍ ورلڪ کان،
اوچو پنهن جو من رکان.

سگهه ڏينم هيءَ سگهه ارپيان،
تنهن جي اڇا کي پريم منجهان. } ارڊالي

# ناراڻ (شيام)

## "سپن جيون"

۱- جوين رت آئي جيون ۾،
سرهائي ڇائي تن من ۾،
ڳاهان، گل گل، ڦير يون پايان،
چنتا ڏاران، ٻن اپين ۾،
مان برهما جي سرُڪيم رچنا،
منهن جو جيون سپنا سپنا.

۲- نت جل جي پرين جتن جهرڻن ۾،
هنس مک تي گهاريان هنسن ۾،
وبهي ڪملن جي ٻيڙيءَ ۾،
خوش ٿيان لهرن جي لوڏن ۾،
مان برهما جي سرُڪيم رچنا،
منهن جو جيون سپنا سپنا.

۳- سپنن جا پر ڪولي اُڏران،
ڏسندي اندر پريءَ ۾ ڀچان،
وينا ڇيڙي جتن تي ڳايان،
گمڊ رو هت جوڙن شرڌا مان،
مان برهما جي سوڪيم رچنا،
منهن جو جيون سپنا سپنا.

# شڪت ڇند.

## شڪت ڇند رچنا.

هيءَ هڪ چؤپاد سم ماترڪ ڇند آهي. هر هڪ چرڻ ۾ ١٨ ماترائون ٿينس. يت جو استان ١٠ ۽ ٨ ماترائن پٺيان آهيس. چارئي چرڻ لڳبند هجنس يا ۾ ۾.

| ماترائون ١٨ = | ٨ | + | ١٠ |
|---|---|---|---|
| | 1 Sl SS | | S 1 1 1S S 1 |
| | وريو ساهه پن پن ۾... آيو بهار | | |

### چونڊ هندي شڪت ڇند

اٿي! اٿ ڪ اَب تو سويرا هئا،
نهين دور تيرا انڌيرا هئا،
بهت دور ڪرنا تجهي هئي سفر،
نهين گيات هيءَ راهه گهر ڪي ڪڌر، (رام نريش ترپاٺي)

**نوٽ:-** هن ڇند ڪي هينئين پارسي بحر سان پيٽيو:-

ڪريما ببخشائي بر حال ما
ڪ هستيم اسير ڪمندي هوا.

# سنڌي شڪت چند

## ڪشنچند تيرٿداس (بيوس).

## ” نـيـڪـي “.

(هر هڪ بند ۾ ڏيڍ چند آهي.)

۱- ٻڪيو تاج جنهن شاهه شيوا سندو،
لڳو جنهن کي پيارو، ڳنڊو ۽ منڊو،
بندو ٿي بڻيو جو بندن جو بندو،
وڃي وير دنيا مان سو مرڪندو،
جڳت لاءِ جيڻ ٿيو سجايو جيڻ،
مناسب دنيا ۾ وٺڻ ۽ ڏيڻ.

۲- جو ڄاڻي وٺڻ پر ڏيڻ ڏانءُ نان،
انهيءَ جو نه انسان ٿي نانءُ ناهه،
دنيا خود-گذاري سندو ڳانءُ ناهه،
منجهس ”تون“ ته آهي رڳو ”آءٌ“ ناهه،
ٽڙ ڪانءُ جو ٿين؟ تون شهباز ٿيءُ،
رڳو پاڻ لاءِ جيو، ٻين لاءِ به جيءُ.

۳- جڏهن درد ۾ ڪا دٻيل دل ڏسين،
هلاڪيءَ ۽ هاڃي هڃيل دل ڏسين،
ڪا لوڙيءَ ۽ جهوريءَ لڳل دل ڏسين،
مصيبت ذده ۽ پڳل دل ڏسين،

نہ ڏيئي سگھين جي مدد مال، زر،
چئين من دلاسي جا ٻتري اکر.

۴- ڪڏي هٿ ڪفن مان سڪندر سليو،
"هتان ڪونہ ڪوڏي ڪٺي ڪو هليو،"
ٻڌيليءَ کان جنهن پاڻ پنهن جو پليو،
چڱائي ڪٺي سو دنيا مان چليو،
ڪٿين خير تون چونہ مايا منجهان؟
سکج ڪي درختن جي ڇايا منجهان.

۵- ولهن ۾ ٻہ ونڊ، جي اٿئي مال ڌن،
نہ ڌن آهہ ڪافي تہ پيتا ڏي من،
نہ من آهہ موافق تہ ارپي دي تن،
نہ تن جي توانو تہ مٺڙو وچن،
مگر ڪي نہ ڪي توکي ڏيڻو ضرور،
فدا ٿر- ٻلي لاءِ ٿيڻو ضرور.

۶- ڪئي جان جڳہ لاءِ قربان جن،
اهي موت سان ڪين مانجهي مرن،
ڇڏي جا ٿنيان نيڪنامي وڃن،
الهيءَ کان دنيا ۾ جڳان جڳہ جيئن،
چون ٿا تہ نيڪيءَ کي آهي بقا،
فنا ۾ اها آهہ بيوس بقا.

---

# دڪپال ڇند

## دڪپال ڇند رچنا.

هيءُ هڪ چوپاد ڇند آهي. هن جي ته هرهڪ پاد ۾ ۲۴-۲۴ ماترائون آهن، پر يت جو استان اتس ۱۲-۱۲ ماترائن پٺيان. ٽڪ چئن ئي چرڻن جي ملايل هجي، يا ٻن ٻن جي، يا هڪ ڇڏي ٻئي جي يا پهرئين، ٻئين ۽ چوٿين جي (رباعيءَ جيان). هيءُ هڪ سم ماترڪ ڇند آهي، ڇاڪاڻ ته چئن ئي چرڻن (پاون) ۾ هڪ جيتريون ماترائون آهن.

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ۱۲ | + | ۱۲ | = | ۲۴ ماترائون |
| SS I S I IIII | | SSI S I SS | | |

بچپن ڪا ياد آيا... ڀولا هئا زمانا

(نوٽ: "ڪا" جي بدران پڙهجي "ڪ".)

## چونڊ هندي دڪپال ڇند.

مين ڍونڍتا تجهي ٿا، جب ڪنج اور بن ۾،
تون کوجتا مجهي ٿا، تب دين ڪي وطن مين،
تون آھ بن ڪسيڪي، مجهڪو پڪارتا ٿا،
مين ٿا تجهي بلاتا، سنگيت مين ڀڄن مين.

(رام نريش ترپاٺي)

# چونڊ سنڌي دڪپال چند

## ڪشنچند تيرٿداس (بيوس).

## "پکيءَ جي پڪار".

نوٽ:- هرهڪ بند ۾ ڏيڍ چند وڌل آهي.

١- تازو تري اڃي تو، دل تي اهو زمانو،
جنهن ۾ اڏيو اجهو مون، آزاد آشيانو،
لامن تي لوڏ منهن جي، شاخن تي شادمانو،
غنچن تي ۽ گلن تي، منهن جو هو خاص گانو،
موجود ۽ ميسر هو سير آسماني،
ڇهري مان تي خوشيءَ جي، نروار تي نشاني.

٢- سهڻو صبح سمو مون گلزار ۾ گذاريو،
مکڙين کي هير ايندي تي نند مان اٿاريو،
نازڪ گلن ڦلن کي منهن ماڪ لي ڌ ئاريو،
ڌرتيءَ جي فرش کي تي سبزيءَ کلي سنواريو،
منهن جو اتي اڏڻ هو پنهن جي وڏي ولر سان،
خوش هوس پنهن جي ٻر ۾، گد گد گذاري گهر سان.

٣- ڪافي نه قوت منهن جو، تورن ڪچن ڪٽن لي،
آزاد تي وڃي جي ويهي رهان وڻن لي،
چوڳي لئه ڇهب منهن جي شايد پوي مٽن لي،
خوراڪ آهه خاصي گهاٽن ڇڱن گهٽن لي،
وندو وتان خوشيءَ سان منڙي هوا چمن جي،
مولکي پٽي پياري پنهن جي پرائي وطن جي.

٤- وڇڙي وطن ولر کان هي حال تي رهيو آهه،
دل غم کي پي رهي آ، غم دل کي پي رهيو آ،
جيڪس هي جسم جنسي بي جان جي رهيو آ،
هيٺ هڏن بنا پيو باقي نه ڪي رهيو آ،
پڇري جو پنڌ مون لاءِ موجن جو ماڳ ناهي،
هيءَ دانهن آهي دردي آلاپ راڳ ناهي.

٥- اڄو رهي تو ماري ڪٿان ٻاڻ موج ماڻي؟
ليڪن نه مون پکيءَ تي تو ترس ڪو نه آڻي،
آزاد جنهن گذاريو سو قيد مان نه ڄاڻي،
ٻانديءَ جي حال دل جو ٻاندي رڳو پڇاڻي،
آزاد مولکي ڪر تون او، قيد ڪندڙ سائين،
مون بي زبان جي پيوس آسيس ڪٿ سدائين.

## نـــدي.

١- آڪاس ۾ ڪکر ٿي، ڪنهن دم هو قرب منهنجو،
سرديءَ کان برف ٿي ٿيو، چوٽين تي ڪرب منهنجو،
گرميءَ جي جوش کان ٿيو، وادين ۾ سرب منهنجو،
گهاٽن جي گهير ۾ ٿيو، غلبي کان گهڙب منهنجو،
ٽڪري ٽڪر ٽڪر سان سر خوب مون گسايو،
آخر اچي پٽن تي مون ٻاڻ کي پڇايو.

٢- ساهي پٽي ڪٽي پي مون موج ڪين ماڻي،
هردم اُتل پتل ۾ پوندو رهي تو پاڻي،
وهندي وٽان سدائين پيهڪ ڪي مؤت جاڻي،
هيئار تي هلان تي هردم لـدي نماڻي،
آسا رهي اندر ۾ تي سمنڊ ۾ وڃڻ جي،
پنهن جي پراڻي گهر ۾ ساهي وڃي ڪٽڻ جي.

٣- ڪيتن ۾ جي خوشيءَ سان ڪنهن وير پير پايان،
پيدار برڪتن سان سر سبز سي بڻايان،
گلزار ۾ گلن جا ڪي رنگ تي رچايان،
ڌرتيءَ جي فرش تي تي تهه مخملي وڇايان،
منهنجي قدري قدري ۾ جلوو ءِ جان آهي،
هر جيو جي رڳن ۾ منهن جو نشان آهي.

٤- ڪرڪامت ڪي ڪنن جا، ڇولين جا ڇوهه مون ۾،
آهن مڇن ڪڇن جا، ڪيڏا انبوهه مون ۾،
درياءَ جا درندا، واڳو ءِ ڳوهه مون ۾،
ٻڏندا وٺن ڪڇي جا، ڪوهن جا ڪوهه مون ۾،
واري ۾ آهه ييوس، ڪنهن جاءِ سون واري،
تاريان تي سير لي مان، ٻيڙي اچا سچاري.



# پاڳو ڏهون



## رولا ڇند رچنا.

هيءُ هڪ چؤپاد سم ماترڪ ڇند آهي. هر هڪ چرن ۾ ۲۴-۲۴ ماترائون اٿس. يت جو آستان، هر هڪ چرن ۾ ۱۱ ۽ ۱۳ ماترائن پنيان آهيس. چارئي چرن، تڪبند هجنس يا ۾ ۾.

۱۱ + ۱۳ = ۲۴ ماترائون

S | S | | | S|||    | S | | | | | | | |

ٻج پر ڪيم ڪلراٽ، ايريو ڪڇ ۾ ڪينڪي

## چونڊ هندي رولا ڇند.

جيتي جالي هٿي، جنهون لي ڀارت - باجي،
نج بل سي مل ميت، ٻڌرمي مگل ڪراجي،
جنڪي آڳي نهر، سڪي جنگي نہ جهاجي،
هينءَ ۾ وهي پرسڌ، چترپت ڀوپ شواجي.
(ڪامتا پرساد)

ڪوئو انجل جل پور، لر سنمڪ هريءَ ارپت،
ڪوئو ديون ڪون ديت، ارڌ پترن ڪوئو لرپت،
ڪوئو لت ڀوت پت سگهت، ساڌ سنڌ يا سپ ساڌت،
جمپ مالا من لائي، اشٽ ديو هن آراڌت.
(رتناڪر)

# سنڌي رولا ڇند.

# "ڪبير."

## پڪار.

۱- ٻج ٻر ڪبير ڪلراٺ ۾، سلوڻي سائو نہ ٿيو،
ڀانيم موڪيم ڀاڻ، وڌا ٿي وڻرت ويو،
جنڪي جڙيم جيءَ، سي ٿي ساڃھ ڪان ويا،
مايا جي مد موھ، سڀئي سي ڪپٽي ڪيا.
۲- ٻج ٻر ڪبير ڪلراٺ، ايريو ڪڇ بہ ڪين ڪي،
وليم الفت ساڻ، وڻرو سڀ ڪڇ نشت ٿي،
آڏو آيم اوءِ، مونکي منھن جا مون سندا،
ڀانيم مونھين ساڻ، مون جيھوئي ور ڪندا.

## پرڀوڌ.

۱- ٻج ٻر ڪيڻ ڪلراٺ، لنھن ۾ ٻي جو ڏوھ ڪو؟
ٻوئيڻ ٻر ۾ ڀاڻ، اوڇو ٺخم بہ ڪو ڪندو؟
الفت ڪيرءِ ڪوھ، ڪلفت وارن سان ڪٽي؟
ڀنھن جو ڀرتويءَ لي، ڪوبہ نہ ملندءِ ٻن ڏٽي.
۲- ٻج ٻر ڪيڻ ڪلراٺ، ھر ڏنءِ ۽ ريج ڪيڻ،
ڪھڙا جن جي ڪاڻ، ويل ويڻ ۽ وئل ٿيڻ،
ڀلن ساڻ ڀال ڪر، مندن ڏوران ڪر ڀاسو،
ھاٽي ھر لي ياڙ، نہ ڪريو بہ ڪريئي خاصو.

---

پاڱو يارهون.

# ڪنڊليون.

## ڪنڊلي ڇند رچنا.

ڪنڊليون ور وڪڙن واريون، هڪ ڪاريگر جوڙي، ۽ جا منڊ پهري سا ٻهڪي. ڪنڊلي ڇند، ڪاريگريءَ سان گهڙيل ڳهڻي مثل آهي. هڪ دوها ڇند ۽ هڪ رولا ڇند ٻئي هڪ ٻئي ۾ جڙيل آهن. مڙيئي اٿس ڇهه پاد. جنهن شبد سان ڪنڊليءَ جو آرنڀ ٿئي، انهيءَ سان ئي ڪنڊليءَ جو انت ٿئي. دوها ڇند جي چوٿين چرن وارن شبدن سان رولا ڇند جي پهرئين چرن جو آرنڀ ٿئي. ڪي ڪاريگر پادن جي وچ ۾ **لڪبندي ڪري** يا ٻئي ڪنهن پاد جا پويان اکر پنيان ايندڙ پاد جي شروعات ۾ وري وجهي، ڪنڊليءَ کي هيڪاري سندر بڻائين. چوند ڪنڊلين ۾ وري وري چيل شبد **ٿلهي ٽائيپ** ۾ ڏنل آهن ۽ پاد وچ لڪبند شبد به **ٿلهي ٽائيپ** ۾ ڏنل آهن.

## هندي ڪنڊلي.

**دوها**

**بيتي** تاهه بسار دي، آگي ڪي سڌ ليءِ،
جو بن آوي سهج مين، **تاهي مين چت ديءِ**،

**رولا**

**تاهي مين چت ديءِ**، بات جوئي بن آوي،
درجن هنسي نه ڪوءِ، چت مين کطا نه پاوي،
ڪهه گرڌر ڪبرايه، يهه ڪرمن کي پرتيتي،
آگي ڪو سک هويه سمجهه بيتي سو **بيتي**.
(ڪورايه گرڌر)

# سنڌي ڪنڊليون.

## هوتچند سنگومل ٽيڪواڻي.

## (١) ٻار ۽ مائٽ.

**ڪارين** هٿ سان ٻار کي، مائٽ مورک پاڻ،
يا ته قرب ڏيندن گهڻو، يا **چرچا تنهين ساڻ**،
**چرچا تنهين ساڻ** ڪري سر چاڙهن ٻالڪ،
"ننڍو ٻار، مچ وار ورائي وري"، چيو سالڪ،
وسئون وڃائي هوت پوءِ انکي پيا مارين،
ڏيپ بن ننر ٽيڻي، پوءِ اڻين پيا **ڪارين**.

## (٢) ديش ڀڳتي ۽ راڄ ڌرم.

**ديش** پنهنجو وڌ سورگ کان، ڌن ڌن ماتر ڀوم،
ديش سيوا سڀ کان اتم، **چرن ماتا جا چوم**،
**چرن ماتا جا چوم، ٿوم** هوئي تو ۾ جيڪا،
من وچ، ڪرم لڳاءِ، ٿهل ماتا ۾ سڀ سا،
هوت رکج لون ويس ديسي - ٻڌ کان ۽ ٻان وشيش،
سر پڻ صدقي ماتر ڀومي ۽ تان، سڀ کان اتم **سوديش**.

## (٣) ديس ڪٿ سکي ٿئي؟

**غريب** ملڪ غني ٿئي، هنرن کان ٿو ن جاڻ،
پنهنجو بيکاري جنهن ڪر، **پيا پاليندا پاڻ**،
**پيا پاليندا پاڻ** بيکه جو نام نه رهندو،
بوجو گهٽ ٿئي پڻ تان، ملڪ ويندو ائين نهندو،
هنر ڏنڌي کان چور ڦور و سڀ گهٽبا ريت عجيب،
علم هنر جت، هوت اهو ديش رهندو ڪين **غريب**.

## (٤) هن سمي جو حال.

**ساجهه** ويئي سين مان، ڪاهي پيو اندڪار،
پاءُ نه بيلي پاءُ جو، **پٽ ٿيو پيءُ کان ڌار**،
**پٽ ٿيو پيءُ کان ڌار**، يار، يارن کان ڦريا،
استري پرش نه ميل، ڦري ويئي سڀ ڪريا،
پر، پاءُ ڪلجگ جو اهو هوا لڳي ڪا مهه،
قصا الٽا ٻڌيا، هلي ويئي **ساجهه**.

## (٥)

**جنهن** نگريءَ ۾ ڌرم ناهه، تڪو ڪو آهه نياءُ،
تنهن ڊگريءَ ۾ رهڻ مان، **ڪونهي لاءُ نه ساءُ**،
**ڪونهي لاءُ نه ساءُ**، تلاءُ جو جل بن آهي،
ڪوئي ڪوله وچي اُس، وڻ بن ڇانو نه چاهي؟
ماٺهپو جنهن نه منش ۾ ڪبو هوت ڪوهه تنهن،
ناهي آدر پاءُ، چڙ، نياءُ راج نا **جنهن**.

پاڱو ٻارهون.

# لاوڻي ڇند.

## لاوڻي ڇند رچنا.

هيءُ هڪ چؤپاد سم ماترڪ ڇند آهي. هر هڪ پاد ۾ ٣٠ ماترائون آهنس. يت جو استان ١٦-١٤ ماترائن پٺيان آهيس. چارئي چرڻ ٽڪبند هجنس يا ٻہ ٻہ.

١٤ | ١٦

S I I S S S I I S + I I S I I I I I I S I I I I

جڏهن مڇي مڇ محبت جو سڌ... ڪين رهي تي جهان سندي

## چونڊ هندي لاوڻي ڇند.

گلي جنون ڪي منترؤ شڌ سي، ڇت پت أس ڪا وش أتري،
اپني منترون ۽ سي گڻيون ڪا، سروناش يھ ڪنتؤ ڪري،
دولون ڪي پرڪار لين هين ۽، ودوانون ني بتلائي،
مڪہ مردن يا دانت تورڙنا، يا هت جانا جب آئي.
(ڙوپ نارائڻ پاندي.)

ديو تمهاري ڪئي اُپاسڪ، ڪئي ڍنگ سي آلي هين ۽،
سيوامين بهو مُولہ پيمنٽ وي، ڪئي رنگ ڪي لالي هين ۽،
ڌوم ڌام سين ساج باج سين، وي مندر ۾ آلي هين ۽،
مڪتاملا بهو مُولہ وستؤ ٻين، لاڪر تمهين چرالي هين ۽.
(سبڌرا ڪماري چؤهان.)

# چوند سنڌي لاوڻي (سوئيا چند)

## گرديو ٺڳور ٽان ورٽل گيت.

ترجمان:- شري منگهارام اڏارام ملڪاڻي.

( ١ )

### "پريم پنهنجي وهڻ ڏي."

ڪن ساعت ڪا پنهن جي پريم پرين موڪلي تون ويهڻ ڏي،
ڪارج جيڪي ڪرڻا آهن پاڻيهي پورا ٿيندا سي،
تنهن جي صورت ڏسڻ بنان ٽان چت کي چئن نه پڙهي تو،
ڪم ڪار سڀ پيري بار ٿي اٿاهه سمنڊ جيان پاسي پيو.
بسنت اڄ منهنجيءَ ڪڙڪيءَ ٿي آهون ڪندو آيو آهه،
ماکيءَ جي مکڙين جهمڻن ۾ ڀڄرو خوب مچايو آهه،
اڄ جيڪر ايڪانت ۾ دلبر سنمک ٿي ڪا ڪريون رهاڻ،
تنهائيءَ ۾ گانا ڳائي ارپڻ ڪريان پنهن جو پاڻ.

( ٢ )

### "اڻ ڳاتوئي رهجي ويو."

گانو ڳائڻ آيس جو سو، اڻ ڳاتوئي رهجي ويو،
ساز جي تار ملائڻ ۾ ئي، سمو سمورو پورو ٿيو،
بول نه پوُرا پڌي سگهيس ۽ تال نه پورو ڀي سگهيو،
ڪيول آشا اڻ پوريءَ جو منهنجي دل ۾ درد رهيو،
ڦول اڃان ڦولاريو ڪولهي، فقط پون سوساٽ ڪيو،
ڪين سندس ديدار ڪيو ٿم، ڪين پڌا اٿم بول اڃا،

آهت پيرن جي سا ٻڌي تم، گس تان پنهنجي گهر اڱيان،
ڏينهن سڄو پورو ٿي ويو ۽ آسن مس وڃايو مانس،
ڄوت اڃا نا ڄلي آهي، پوءِ، پنهنجي گهر ۾ ڪيئن ڪونيانس،
آس ملڻ جي ٿسي پيو ڄڻان، پر، ڪوئي ٻڌائي ڪيئن ملانس؟

( ٣ )

## "پهرين ڇا؟"

دنيا جي محفل ۾ دعوت، ملي، ڇپائون آئين پلي،
اکين ڏٺو ۽ ڪنن ٻڌو، هيءَ جيوت منهنجي ٿي سڦلي،
پاڳ انهيءَ مجلس ۾ منهنجو ساز ڪي ڇيڙڻ جوئي هو،
شڪتيءَ آهر مون نه برابر پنهن جو ڪارج ادا ڪيو،
هاڻ ٻڌايو ويل اچي ويئي، اندر پنهنجا پير ڌريان؟
تنهن جو درشن پائي، تنهنجي چرنن ۾ پرنام ڪريان؟

( ٤ )

## "موڪلاڻي."

آهه وڃڻ جي ملي اجازت، پائر سڀ آسيس ڪريو،
سڀڪنهن کي پرنام ڪريان ٿو، وڃان ٿو پنهنجي ماڳ وريو،
اچي ونو هي در جون چابيون، گهر تان سڀ ٿو حق ڇڏيان،
آءٌ فقط ٿو اڳي وڃڻ کان، توهان کان مٺڙا ٻول گهران،
هڪ ٻئي جي پاري ۾ رهندا هاسين گهڻي زماني کان،
پر مون جيڪي ڏنو توهانکي، تنهکان زياده ڏنو توهان،
پرهه ڦٽي پرڀات ٿي آهي، ڏيئو به هاڻ اجهامي ويو،
آءٌ سفر لئه سنيريو آهيان، آهه وڃڻ جي لئه سڏ ٿيو.

# ڪوي رامچندر دادوي.

١- جڏهن مڇي مچ محبت جو ستڌ ڪين رهيتي جهان سندي،
خوب نشو تو جان کي ويڙهي، جاءِ ناهي مئخان سندي،
ٻڙهه جون ٻاهيون الا اڏائن، ڀيڇه نه اُت ٻئبان سندي،
رام چوي چوليون جي اڀجن، مؤج نه مت مهران سندي،
٢- پاري آ درياءُ دنيا جو، جنهن منجهه ڦهري ڪن تيا،
تن کي نيو پاتال هٽن تا جيڪي حرص منجهه اڙيا،
آهه نه ڪا پرواهه نه تنين کي، ٻيڙي منجهه پريم چڙهيا،
لهريون لوڏا راها ڀريان، وار نه ان جا ونگه تيا.
٣- زور وهي درياءُ دنيا جو، جنهنمان مانجهي وير ترن،
مير ٻهر جي مدد جني کي توڪل ناهو دور ڏرن،
غافل تي ڪيئن درس ديوانا، لهرين پر تا وچ اڙهن،
عشق جنين جي واهر راها، ڪنن ڪان هو ڪير ڪنبن.
٤- ٿانءُ هريءَ جو پاڻ سنپارج توسان گڏ تو پر گهاري،
پوتر من کي مندر بڻائج، ديؤ جني ديرو ڏاري،
الگهه نه توڪان تر آڪاري، پريم سندي وڪه رهه واري،
رام چوي ست ڪرم ڪمائج، هردي مان حرص هاري.
٥- پرميشر جو راڄ اليائي، التي ٻات اياؤ نه ڪا،
ڪين ٻڌي هو پارت ڪنهن جي، هرڪو ڪم لهي پنهن جا،
نياءُ ڪري ڪجهه رياءُ نه ڏاري، پاپ پڇ جو قل داتا،
رام چوي سو دنيا پيداروُ سنتن ساڻ سهاءِ سدا.

٦- جن پنهن جو من سيتل ڪيو سچ ساڻ پريت سدا پاري،
پو پرمن ۾ نا پرمايا، پريم سندا سي پوڄاري،
ڪرم ڪمائي وير امر ٿيا جڳ ۾ جس تن جئڪاري،
**رام** چوي رهه نيڪ نماڻو، ڪين ڪڙن هت اهنڪاري.

٧- ناهه پريم پراهون پر ڪان پريم پٽي دل جو دڙارو،
هر هردي ۾ هرجي ويا پڪ ليبهن ڪنان ناهي نيارو،
دين غريب اڌينن جي ست سار لهي سو باجهارو،
ناٿ نماڻن جو نت آهي، **رام** چوي پريو پيارو.

٨- گهنڊ گهڙيال نقاروڄن رفتار لکي ڌڌڪار ڌرن،
محبت جي من مانهن مندر جي سالڪ وير ستار سٺن،
الفت رنگ عجائب جي ڪل ڪين ڪڌهن گينوار رکن،
**رام** چوي گهٽ گهيڙ گدڙيا جي گياني سي گفتار بڌن.



# پاڻو، تيرهون.

## وير ڇند.

### وير ڇند رچنا.

هيءُ هڪ چؤپاد سم ماترڪ ڇند آهي. هرهڪ پاد ۾ ٣١ ماترائون آهنس. پت جو استان ١٦-١٥ ماترائن پٺيان آهيس. چارئي چرن تڪبند هجنس يا ٻه ٻه. هنکي ماترڪ سوئيا ڇند ٻه چون.

١٦ + ١٥ =٣١ ماترائون

IIIS IISII S II + ISI ISII SII S IIS

پريم رکج پرميشر سان سچ، ٻول سدا سکر نيڪ گيات،

(نوٽ: هن ڇند جي لاوڻي ڇند سان ڀيٽ ڪريو.)

### ڇونڊ هنڌي وير ڇند.

١- مرچا لؤٽو ٽب ناهر ڪو، آگي ٻري ڀڙؤرا رايه،
نو سو هاٿن ڪي هلڪا مان، اڪلي گهڙي قنوجي رايه،
سات لاکه ڪي ڇڊيون ڀڙؤرا، ندي ويتوا ڪي ميدان،
آٺ ڪوس لون چلي سروهي، ناهين سوُجهئي اپن وران.
٢- ٽڪ پادڪا، ڀهو ڀياري، ٻوُمت اٿالي ڪا لڪدار،
ڊالو ڊبل واچ پاڪٽ مين چمڪي چين ڪنچني چار،
رکه دو گانٽ گنڊيلي لڪٽي، ڇاتا بينت بگل مين مار،
مرلي لور مروڙ بجائو، بانڪي بگل سني سنسار.

# چونڊ سنڌي وير چند.

## ڪوي رامچندر دادوي.

۱- جنهن ٺاڪر هيءُ ٺاهه ٺاهيو، سرو وياپڪ سودن رات،
انتهڪرڻ اڇو ڪر اُجل ڇڏ ڄ وڪارن جي ڪل ڦات،
ٻڌير رکج پرميشور سان سچ ٻول سدا سک نيڪ گيات،
**رام** چوي ستگيان پڙائي، ٻرمن جي تون ڀلائج بات.
۲- ڀهريون ڏيکه فقيري ٺاڪر اندر منجهه عجيب گذار،
وستر ڪين هريءَ کي ڀائي، انتهڪرڻ سچڻ سينگار،
محبت ميل سڪج من مانهين، ادنا اعلیٰ ڪون سنيار،
**رام** چوي محلات پريمي، گيان جي گوهر ساڻ اُجار.
۳- ثابت قدم رهيج سراسر ڪين هلي حب مانهن هٽيج،
البت پنڌ اٽانگو اوکو درد ڏسي دک ڪيم ڏريج،
پاڻ ٻريمين جو نت سونهون، قرب ڪنان وک وير ڀريج،
**رام** چوي هرجا ۾ حامي، پريتم پنهن جو ساڻ پسيج.
۴- نور تکيءَ سان پرکن پورنو اڳيان صراف سدائن سچار،
ريت تني وت هلي نه ڪوئي غير وصاف ڪندا سي ڏار،
ڪرمن نورو تري سين لئه، عدلي راجا جو آچار،
**رام** چوي رهه راهه سنڀالي، مار مدامي من وڪار.
۵- ڦاس نه مانهن وڪارن ڀيارا جيوت کي ڪر ڪين جنجال،
اوکو آهه اٽانگو ياري ٻوءِ چنڊ سودار خيال،
منش ديهه ۾ ڪرم ڪمائج ليئهن هريءَ جو ڪري نهال،
**رام** چوي سک سمر سنيائج، پرمارت جو وکر وصال.

یا ڳہ چوڻ ھون.

# سمان (سوئیا) ڇند.

## سمان ( سوئیا ) ڇند رچنا.

ھيءُ ھڪ چؤپاد سم ماترڪ ڇند آھي. ھر ھڪ پاد ۾ ۳۲-ماترائون آھنس. يت جو استان ۱۶ - ۱۶ ماترائن پنيان آھيس. چارئي چرن تڪبند ھجنس يا ٻہ ٻہ.

۱۶=۳۲ماترائون + ۱۶

S S I I I I S I I S S SSS I I I I I I I SI

ادار ھرڻ منجھہ دنيا چاھين... تان تون جڳہ جي رھہ پرپور ي

( نوٽ:- ھن ڇند جي وير ڇند سان ڀيٽ ڪريو. ھيءُ ڇند چؤپائيءَ جو ٻٽو روُپ آھي . )

## ھندي سمان سوئيا ڇند.

مانو جنم امولڪ ھيءَ من، وير ت گنوايہ پلا ڪيون جودت،
شري رگھنات چرن نھين سيوت، قرت ڪھائون ات اُت جوھت،
جب لگہ شر ناگت نا پريو ڪي، تب لگہ پو واڌا تھہ واڌت،
پاپ پج ھون چار ڇنڪ مين، شب شري رام نام آراڌت.

## آرتي سوئيا.

يالي پرسن پئي ھي مھامن، ديون ڪي تپ ميءَ سکہ پاوي،
چگيہ ڪري اڪ بيدرريءَ، پوتاب ھريءَ مل ڌيانھ لاوي،
جھالر تال مرد نگہ اينگہ، رباب ليئي سر ساج ملاوي،
ڪنرگن ترپ گان ڪريءَ، جيج اپڇر نرت دکاويءَ.

# سنڌي سمان (سوئيا) ڇند.

## ليلارام سنگهه، وطڻ مل لالواڻي (خاڪي).

### (ا) قادر جي قدرت.

١- دائو چنبيلي، موتيا ۽ مگرا ۽

لال گلابي ئي ڦول ٽرن تا،

حسن عجيب ۽ باس تي پورا سي،

ڀون ڀون ڪري سب ڀونر ڦرن تا،

نور نهالي ۽ جوت جمالي ۽ تي

جان فدا ڪر، جيت ڪرن تا،

سبز چمن ۾ اي ڦول ڦلن سي،

پاڻ گهمائي لک جيو مرن تا.

٢- ڪت جهاڙ ڦري، ڦل ڦُول ڇڳي،

ڪن ٻول منا ٻلهار پکي،

چون چون ڪي ڪرن ٽپ ٽاپ اٿن،

للڪار ڪري لک وار پکي،

ڀهه ٻول ڪيو، من مست ڦرن،

چڪرات ڪيو، ڇڇڪار پکي،

ڪت لات ڪري، بلبل سا مني،

ڪت ڪانگ لنون ڪانگار پکي.

۳- کٹ ٻولي ڦرن، سؤ ٻولي ڳجهون،
کٽي ماس مٽي، سرٽيون ٽيون کرن،
وچ شهر کٽا، در در سي گهميو،
ٻونڪار ڪيو، ٽڪري ٽي وڙهن،
گهر گهر ۾ ڪٿا گهر جا ٻه ڏٽي،
چشڪار چکيو لک لک سي ڦرن،
ٻليون جي اڇن، جهٽ چال ڏيو،
چٽبن ۾ وجهو، چوها سي ٽرن.

۴- صد کيل خوشيون هيءَ جيو ڏسي،
لکہ ٽول ڏنا تنهن کي تو ڏٽي،
کنهن حسن گهٽو، کنهن عقل گهٽو،
کنهن خوب ڏنو تو ڏن کٽي،
سي جوڙ ۾ جوڙ هي جيؤ عجب
در خاک وڏي تو نور مٽي،
چو کير آهي، کاٽون سو آيو،
هيءَ جيءَ وچي کٽ ٻاڻ هٽي.

## اڪرت گهڻ يا احسان فراموش.

۱- چهڙي هڪڙي، اڇندي ٽپندي،
ٽال مٽي ٽي، کٽيون ٻي وٽي،
ٻچس وانهڙن، مائي چاهي،
کهڙو ٽول ڀ ڪيو اٿيئي،

ڇيائين ساءِ، ماٽ ڪريو، اَئي!
متان اڪرت گهن، ڪو به هڄيئي،
تالھ سمورو، خراب ٿيندم،
نظر نياڳي، جي لت پيئي.
۲- شيءِ تان ڏس تون مائي سدوري،
ڪپڙو رت ۾ ٿيو ڇو ڳاڙهو؟
ماٽ ميٽان ڪر، ماس ڪتي جو،
رڌو اٿم سو شراب وارو،
قدر توهان کي، ذرو به ڪونهين،
ماس ماٺين جو، ڪائو تا سارو،
متان اڪرت گهن، نظر پوي ڪا،
آهي ڪميڻون، ڪتو نڪارو.
۳- لعنت لوڪ، پرلوڪ ۾ ڀاري،
ڪنهن جي پوي ٿي، کهوي سڄن؟
نندڪ دشت، نمڪ حرامي،
هولڊو سوئي، جو اڪرت گهن،
لکين ڪروڙين، پاپ جي ڪن تا،
تن مان ڪهڙا، نيچ اڄن،
ڪچيل ڪوڙو، ڪتو ڪساڪي،
نالو جنهن جو، چور ڳڻن.
۴- پنسا جن ڪان، وتن اڏارا،
گاريون به تن کي، ڏين سي لنگها،

تورا جن جا ، مٿن هزارين ،
وڙهن به تن سان ، ڏيئي ڏنگا ،
ٻاهر ٻر ٻر ، اندر ۾ سڪتان ،
عمر وڃائن ، ائين اڀ نـگا ،
ڪوڙا ڪپٽي ، ڪسن قصائي ،
سدا سي لنپٽ لوڪ لفنگا .

٥- محبت جن جي ، مٺي انهن سان ،
اول هٺن سان ، تنين ڪهن ،
پلو ڇي ساٿن ، ڪندا پيارا ،
برا به تن سان ، اول تين ،
ناڱن وانگي ، ڪير پيو سي ،
پل پل مڪ مان ، وڪ ڪيئن ،
گرن جا ماريا ، ڏر ڪان ساڙنا ،
ڏر گهر بڇڙا ، سدا ڪرت گهن .

٦- مورک من ۾ جلن سي تن ۾ ،
موچڪي رنجي حرام ڪائن ،
ڪاٺا ٽيڏا ، ٻاڏا پيڏا ،
عقل جا انڌا ، انڌ ڪمائن ،
ملين منڌا ، دل جا گندا ،
لڪ لڪ لنگڙا ، لوٽيون لائن ،
گٺن ٻڌڻ ۾ ، لـپـت سي پورا ،
عيب ڏسڻ لئه ، جهاتيون پائن .

۷- ڀُون ۾ پڪاري، ٻار سهان ٿي،
ساگر جل ۾، مڇ هزارين،
پربت اونچا، مرون ڪروڙين،
ٻار نه لن جو، زرو به ماري،
ليڪن تپن تا، ماڻهو مونتي،
درخت جهوان بوجو ڌاري،
اڪرت گهن جو ٻارهي ڀاري،
رلي نه منهن جو، جيءُ سهاري،

# ڪوي رامچندر دادوي.

## هيءَ دنيا.

۱- ادا رهڻ منجهه دنيا چاهين،
تان تون جڳه جي ره پر پوري،
هيءَ دنيا تيڻي ريهڻ ساري،
تنهن ۾ گهرجي سالت صبوري،
جو ڪم دنيا لئه ناجائز،
تنهن سان دلبر رهه ڪر دوري،
هوت الله ۾ حاضر ناضر، راما ساڪرهاج حضوري.
۲- ڪنهن ۾ مرڻ سيالين پنهنجو، خيال الهي نا ڪليو آهين،
پنهنجو پاڻ پرورج پيارا، بت ڏسي چو پليو آهين،
اصل ڪنائون آمر آدي، جاڻ نه اهڙي ڇليو آهين،
رام چوي ست ڪرم ڪمائج، راه ڇڏي جو رليو آهين.

پاڳ، پنڌ رهون.

# چند رچنا سهايڪ.

## (ا) اچر سموهه.

**نوٽ:** دنيا جي چند وگيانين، لگهو ۽ گرو اکرن جا سموهه، ٻن ٻن اکرن جا (Di-syllabic) ۽ ٽن ٽن اکرن جا (Tri-Syllabic) جوڙيا، ڪين هيٺيان ڏنا آهن:-
(انگريزي شعر جي وزن جو سرشتو ٻل پُوروڪ (Stressed) ۽ نربل (Light) پدن تي ٻڌل آهي.)

| سموه نام | رچنا | چنهه | مثال | Classical Feet | عروض: وزن | عروض: حرفيون |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪرڻ | ٻه گرو | S S | مارو | Spondee | فع لن | ٻه سبب خفيف |
| تال | لگهو گرو | S I | مرو | Trochee | فعل | وتد مجموع |
| ڌون | گرو لگهو | I S | مار | Iambus | لات | وتد مفروق |
| سوئرڻ | ٻه لگهو | I I | مر | Phyrric | مس | سبب ثقيل |

| | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| مگڻ | ٽي گرو | SSS | مارايو | Mollossus | مف ٽع لن | ٽي سبب خفيف |
| نگڻ | ٽي لنگھو | III | مٿل | Tribrach | فعل | ٽي متحرڪ حرف |
| ڀگڻ | آد گرو | IIS | مارڻ | Dactyl | فاعل | سبب خفيف سبب ثقيل |
| جگڻ | مد يہ گرو | ISI | مريض | Amphibrach | فعول | فاصله |
| سگڻ | انت گرو | SII | مردو | Anapest | فع لن | سبب ثقيل - سبب خفيف |
| يگڻ | آد لگھو | SSI | مٿاسين | Bacchic | فعولن | وتد مجموع سبب خفيف |
| رگڻ | مد يہ لگھو | SIS | ماريو | Cretic | فاعلن | سبب خفيف وتد مجموع |
| تگڻ | انت لگھو | ISS | ماراء | Antibacchic | فع لات | سبب خفيف وتد مفروق |

## (٢) ورڻ ڇند سهايڪ.

نوٽ:- سورهن ورڻڪ ڇندن جي رچنا هيٺ سمجهايل آهي. جنکي پڙهي رچنا جوڙڻ جو چاهه هجي سي ٿيون ڪوتائون جوڙي سگهن ٿا:

| ڇند نام | پاد رچنا | مثال ۽ چنهه |
|---|---|---|
| شري | هڪ گرو | S مان — S ئي — S سو — S ئي — |
| ڪاما | هڪ ڪرڻ | SS جالو — SS توئي — SS مونکي — SS سوئي — |
| سار | هڪ ڏون | IS روءِ — IS هاڻ — IS شام — IS ڪاڻ — |
| مهي | هڪ ٽال | SI متان — SI ڪرين — SI منکي — SI ڏنو — |
| ناري | هڪ مگڻ | SSS هي داتا — SSS هي پراتا — |
| ڪنيا | مگڻ گرو | SS توکي SS ساريان — SS هردو SS هاريان — |
| هنسي | ٻگڻ ڪرڻ | IIS گهايل SS ڪي تون IIS گهايل SS جاڻين — |
| ولاس | جگڻ ڪرڻ | ISI حساب SS ڏيئي — ISI هتان نه SS وينديں |

| | | |
|---|---|---|
| تلڪا | ٻہ سگڻ | S II SII SII SII<br>هرڪي مچ ٽون زرڪي ٽر ٽون |
| مدومتي | ٻہ نگڻ<br>هڪ گرو | S II IIII - SII IIII<br>اٿ وج ٻيج ٽون هن ڪن ٽر تون |
| ٻمڌوُ | ٽي يگڻ<br>هڪ ڪرڻ | S S IIS IISI IS<br>را ت ويوا ج رانول ڪا ڏي |
| ٽوٽڪ | چار سگڻ | II SII S I I SII<br>پر را ت مڪو هن وان ول ڇيا |
| منهرڻ | پنج سگڻ | S I I S I I SII<br>اج آ يس ٽو وٽ ڇو<br>S I I SII<br>ٻڌ يا ر ڪٽي |
| مدرا | ست يگڻ گرو | IIS IIS IIS IIS<br>آيس جيڪس ٽو د ر ٻاجهه ڪ<br>S I I S IIS IIS<br>رين اج دان ڏ ٽين ڪجهه مو ن |
| چڪور | ست يگڻ<br>ڏون | IIS IIS IIS IIS<br>آ يس جيڪس ٽو د ر ٻاجهه ڪ<br>IS IIS IIS IIS<br>رين اج دان ڏ ٽين ڪجهه يا ر |
| درملسوئيا | اٺ سگڻ | SII SII SII SII<br>اج آ مل ٽون من ڪي ڪريون<br>SII SII SII SII<br>منريون منريون من جون ٻتيون |

## (٣) ماترڪ ڇند سهايڪ.

**نوٽ:** پاڱي (٣) کان وٺي پاڱي (١٤) تائين جيڪي ١٢ پاڱا آهن تن منجهه ١٢ ماترڪ ڇندن جي رچنا سمجهايل آهي. وڌيڪ ١١ جي رچنا هيٺ ڏجي ٿي:-

| ڇند نام | پاد رچنا | مثال ۽ چنهه |
|---|---|---|
| تومر | ١٢ ماترائون<br>انت پر ڏن | ISIS SS S<br>اي نيلا آسمان |
| سکي | ١٤ ماترائون<br>انت پر يگڻ<br>يا مگڻ | SS I I III IS S<br>هي کيل سمجهه سڀ جونو<br>SSS III IS S<br>هي کيل سمجهه لون جونو |
| هنسي | ١٥ ماترائون<br>يت ٨-٧<br>انت پر تال | ٨<br>IISSS<br>تو جوجيون + ٧<br>SI IIS<br>پر ڏکي ڏنو |
| رام | ١٧ ماترائون<br>يت ٩-٨<br>انت پر يگڻ | ٩<br>SIIISS<br>هي رام منهنجو + ٨<br>SSII S<br>شوڪ توا رين |
| سمير | ١٩ ماترائون<br>يت ١٠-٩ | ١٠<br>SIS S I S<br>پريم جي مالها + ٩<br>S II SIS<br>پريم جي ڪنني |
| | يت ١٢-٧ | ١٢<br>SSIS S IS<br>پريم جي مالهاجي + ٧<br>SII IS<br>پريم ڪنني |

| | | |
|---|---|---|
| هنسگيت | ٢٠ ماترائون<br>يت ١١-٩ | ٩ ١١<br>I I I I I S S S I I I I I S S<br>ڪامون سهه پر ڪرها باننا: سهه پر ٻت |
| وهاري | ٢٢ماترائون<br>٢چؤ ڪت<br>٣ ترڪت<br>٥ماترائون<br>يت ١۴-٨ | ١۴<br>S I I S S I I S S<br>آهي ڏ منا باٽ سدا<br>٨<br>S S I I S<br>ڌا ٿ تنهينجي |
| وڌاتا | ٢٨ ماترائون<br>يت ١۴-١۴ | ١۴ ١۴<br>S I SI II SI S S IS I IS I I I I I S<br>سوجٿ مگهڻا ر م هوء جولوم تي سرسٽوڪيو |
| بروي | ارڌ سم<br>ماترڪ<br>١٢،<br>٧،<br>١٢،<br>٧ | آهي سدا جنهن من پر = ١٢<br>ست ڪر ڌار = ٧<br>تنهنجا سائين ڪري = ١٢<br>ٻيڙا پار = ٧<br>S I I I S S I S I S<br>١٥ مان ڪٽي ڏيا ٽوڪن جتي |
| الال | ارڌ سم<br>ماترڪ<br>١٥، ١٣ | S I S S S I S I<br>١٣ الي پڏان تو حال هي<br>S I I I S I I S I I I I<br>١٥ جپ جپ پار واسين جي<br>S I I I S I I I I I I<br>١٣ جپ جپ جپ پار سندي |
| امرتڌن | ڏسو پاڳه<br>سورهون | |

# ڪويءَ جي سامگري

۲۴ = ۱۱ + ۱۳

بادل آيا گگن ۾، اوندهه ٿي انڌڪار،

۲۴ = ۱۱ + ۱۳

ڪن ڪن ۾ ڪنوڻ ٿي، چمڪ چمڪ چڙ ڌار.

۲۴ = ۸ + ۸ + ۸

چمڪ چمڪ چڙ ڌار ڌڌڪ ڌم دل دهڪايا،

۲۴ = ۸ + ۸ + ۸

گهور گهٽائن ڪٽڪن ڪڙڪن ڪن ڪڙڪايا،

۲۴ = ۸ + ۸ + ۸

ڪڪڙن ڪاڙن وڏ ڦڙ وارن وس ورسايا،

۲۴ = ۸ + ۸ + ۸

ٻرن پٽن مٿ برسڻ بانڪا بادل آيا.

”ڪير“

## امرت ڌن چند

مٿيون هڪ ڀهو پان چند آهي. نالو اٿس ”امرت ڌن“ چند. سنڌس رچڻ ۾، ٽن پرڪارن جي سامگري ڪتب آندل آهي:-

۱- چند سامگري[1]

۲- النڪار سامگري[2]

۳- ڀاؤ ۽ رس سامگري[3]

---

1-Prosody 2- Figures of speech 3- Emotions and flavours

# امرت ڌن جي ڇند رچنا.

هن ڀهوپان جي ڇند رچنا هيٺئين موجب آهي:-

١- منجهس ڇهه پاد آهن.

٢- هرهڪ پاد ۾ ٢٤-٢٤ ماترائون آهن.

٣- ڀهريان ٻه پاد، دوهو ڇند مثل آهن (يعني، ١٣-١١، لڪ، ٻيون چوٿون چرڻ.)

٤- ٻئين پاد جي پوئين چرڻ (چمڪ چمڪ چؤڏار) سان، ٽيون پاد شروع ڪيل آهي.

٥- پوين چئن پادن جون ماترائون ٽن ٽن اُٺ - ماترڪين منجهه وراهيل آهن. (يعني ٨-٨-٨ ماترائن پنيان آهين.)

٦- ڇند جا آدي شبد (بادل آيا) تنسان ئي ڇند جو انت ٿيل آهي.

٧- هيءُ هڪ وشم ماترڪ ڇند آهي.

## النڪار.

ڪاويه شاستر[1] ۾، انڪل، ١٥٠ النڪار ٺهرايل آهن، جي ٻن پرڪارن جا آهن- هڪڙا "شبد النڪار"[2] ۽ ٻيا

---

1- Poetics 2- Verbal Figures of Speech.

۱

"ارٿ النڪار". مثال طور، ڪن النڪارن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

٢ ٣ ٤ ٥

**شبد النڪار**- انو پراس، يمڪ، وڪروڪت، شليش

٦ ٧ ٨ ٩

**ارٿ النڪار**- اُپما، روپڪ، الشيوڪت، سار.

# النڪار وستون.

هر هڪ النڪار جوڙڻ ۾ جيڪي وستون گھربل آهن، انهن جا پرييا سڪ شبد ٺهرايل آهن، جئن ته، اُپما النڪار جون هيٺيون وستون آهن:

١- **اُپميم** - جيڪا شيء پيٽيل هجي (هينئڙو)

٢- **اُپمان** - جنهن شيء سان پيٽ ڪيل هجي (ڪومت برج)

٣- **ڌرم** - جنهن گڻ جي پيٽ ڪيل هجي (ڍ ٺل اڏڻ)

٤- **واچڪ شبد** -جو شبد پيٽ لاء ڪتب آندل هجي (جئن)

(ڍ ٺو اچ اڏ يوء، هينئڙو ڪومت برج- جئن شاهه.)

# النڪار ڀيد.

هر هڪ النڪار جا وري ڀيد آهن. اُپما النڪار جو مثال وٺو:

---

1. Ideal Figures. 2. Alliteration 3. Pun 4. Equivoque 5. Paronomasia 6. Simile 7. Metaphor 8. Hyperbole 9. Climax.

جي مڌجهس مٿيون چارئي وستون پڌريون هجن ته
۱
ڪونيس "پورڻ اُپما". جي ڪا وستو لڪل هجيس
۲
ته ڪونيس "لپت اُپما". اُپميه نه هجيس، ته چونس
"اُپميه لپت اپما"، جي ڌرم نه هجيس ته چونس
"ڌرم لپت اپما" وغيره. "جهڙا گل گلاب جا ٿهڙا
مٺن ويس،" هن رچنا منجهه ڌرم لپت آهي (لالاڻ يا
سڳند) سو منجهس "ڌرم لپت اُپما" پرويش ڪيل آهي.
جنهن اُپما منجهه، هڪ اپميه جي پٺيان گهڻن اُپمائن سان
۳
ڪيل هجي ته ڪونيس "مالهه اُپما." جئن ته "نيڻ
اٿس ميء جيان خماري، فقيرن جيان قلندر، واسينگن
جيان ڏنگيندڙ."

ساڳيء ريت، انوپراس النڪار جا به پيڊ آهن -
۴
۱- **چيڪ انوپراس** - هڪ هڪ ورڻ جي سمانتا،
جئن ته "جڙ ۾ ڦوٽو جيئن،" "اهڙن لڳندي اڏ ٿئي."
۵
۲- **ورتيه انوپراس** - اڳتي هلي سمجهايل آهي.

---

1- Complete Similte 2- Elliptical Simile-3- String Simile
4- Single alliteration 5. Harmonious Alliteration.

۳- **شرتيه انوپراس**[1] - هيءَ هڪ چترڪاريگريءَ
جو انوپراس آهي. ورڻ، مکہ اندر، گهٽن ئي هنڌ
چڙن ٿا. هڪڙا آهن "دنتشت،"[2] ٻيا آهن
"ڪنٺت،"[3] ٽيان آهن "تالوي،"[4] چوٿان آهن
"اوشٽي،"[5] پنجان آهن "مُوڙڌني"[6] وغيره. اهو
انوپراس جنهن منجهه فقط هڪڙي هنڌ جڙيل ورڻ
ڪتب آندل هجن، انکي چون "شرتيه انوپراس."

مثال - "لن ڏن دل نت نس دن ٽوليءَ
ٽون ئي تين تو لن من ساتي."
هيءَ هڪ دنتشت شرتيه انوپراس آهي.

۴- **لاٽ انوپراس**[7] - جنهن انوپراس ۾ ساڳيا ساڳيا **شبد**
ڪتب آندل هجن ۽ نه فقط ساڳيا ساڳيا **ورڻ**، ان
کي چون "لاٽ انوپراس."

---

1- Melodious alliteration 2- Dentals 3. Gutturals
4- Palatals 5- Labials 6- Cerebrals 7- Verbal Alliteration.

مثال - جا هڙ اندر جيءَ، سا هڙ ڏٺي ساهه کي،
سا هڙ ڇري نہ ساهه جي، سا هڙ ساهڙ ريءَ،
سا هڙ ميڙ سميع نہ سا هڙ ڇري نہ ساه جي. (شاهہ)

نوٽ - هتي "يمڪ" النڪار بہ پرويش ڪيل آهي.

د- **انتيہ انوپراس** - ٽڪبندي بہ هڪ نموني جو النڪار آهي. ناٿو اتس "انتيہ انوپراس" النڪار. ٽڪبند ڇرڻ پٽانسدڙ، انتيہ انوپراس هيٺين نالن وارا آهن -

١- سروانتيہ - ميئي ڇرڻ ٽڪبند. امرت ڌن ڇند ۾، پويان چار پاد سروانتيہ آهن.

٢- سمانتيہ - ٻيون ۽ چوٿون ڇرڻ ٽڪبند، جنن دوها منجهہ.

٣- وشمانتيہ - پهريون ۽ ٽيون ڇرڻ ٽڪبند، جنن سورٺا منجهہ.

٤- سمانتيہ وشمانتيہ - پهريون، ٽيون، ۽ ٻيون ۽ چوٿون ڇرڻ ٽڪبند.

٥- سم وشمانتيہ - پهريون - ٻيون ۽ ٽيون - چوٿون ڇرڻ ٽڪبند.

(نوٽ - ڇڙي ڪوتا (Blank Verse) يِن - ٽڪالت يا يِن - انتيہ ڪوتا آهي. ورڻڪ ڇندن منجهہ، اهڙن جي پيهڪ ئي اهڙي آهي جو سندن پاد ڪٽي يِن - ٽڪالت هجن، تہ بہ منجهائن اوس پڙ بہ رس پيو ايندو، پر

ماترڪ ڇند ڪي ٿورا آهن جنتي ڇري ڪوتا ٻڌي سگهجي ٿي، جئن لـ ڇؤپايون، ڇؤپيون، لات پد، وهاري ۽ ماترڪ سوئيا.)

مطلب تہ النڪارن جو بہ سڀون سوڌو وگيان آهي، جنهنجي سموري سامگري، اُداهرڻن سميت، پرڪاش ڪرڻي هجي تہ اُنلاءِ هڪ الڳ پستڪ گهرجي. النڪار شبد جو اصلي ارت آهي "مٺيو، ڳهڻو." النڪار، پڌيہ رچنا جا زيور آهن، هار سينگار آهن. ڇند وگياني بہ ڪڍهن ڪڍهن، ڪنهن خاص ڇند جوڙڻ لاءِ، النڪار سامگريءَ کان سهايتا وٺي ٿو.

## امرت ڌن ۾ ورتيہ انوپراس النڪار.

امرت ڌن ڇند جوڙڻ لاءِ، ورتيہ انوپراس النڪار جو ضرور آهي. ورتيہ انوپراس، مها مڌر انوپراس آهي. اچو تہ سندس رچنا سمجهون-

هن ياڳہ جي آد ۾ ڏنل ڇند جو ٽيون پاد ڪڍو-

"چمڪ چمڪ چؤ- ڌار ڌڌڪ ڌم- دل دهڪايا."

پهرينءَ اٺ- ماترڪيءَ "چمڪ چمڪ چؤ" منجهہ "چہ" ۽ "ڪ" جو انوپراس آهي.

ٻينءَ " " "ڌار ڌڌڪ ڌم" "ڌ" جو انوپراس آهي.

ٽينءَ " " "دل دهڪايا" "د" جو انوپراس آهي.

پر وري، ٽنهي اٺ- ماترڪين منجهہ، "ڪ" جو انوپراس آهي. "ڪ" انوپراس جمي ٿند، مڙيني

ائن - ماڙڪ موتين جي سوراخن مان لنگهي، ڪين سمانتا ۽ سوڀيا ڏني آهي. اها آهي ڪاريگري ورتيه انو پراس جوڙڻ جي. گڏو گڏ، جي سرن جي به سمانتا وڌل آهي (ڇمڪ، ڌڌڪ، ککر - دهڪ - ڪٽڪ). ته چند وڌيڪ مدر ٿئي ٿو. ڪي چند وڱياني، هن چند ڪاڻ، ارٿ - سريءِ[1] النڪار جو ضرور به ڄاڻن ٿا. اهڙن النڪارن د ٺاران، هيءَ چند ”امرت“ چند بڻجي ٿو.

## ڀاو ۽ رس :-

اها ڪا وشيه رهيل ڪانه آهي، جنهن سان وڱيانين جو وهنوار نه ٿيو هجي، جنهنجو وڱيانين اونهو اڀياس نه ڪيو هجي، جنهنجو اونهو اڀياس ڪري، وڱيانين سندن لڇڻ ۽ گڻن جا ورگ[2] ۽ اپ - ورگ[3] نه نهرايا هجن يا سندن اديشن[4]، نڪاسن[5] ۽ سروپن[6] جون سوچيون[7] نه جوڙيون هجن.

منش جي هردي اندر جيڪي ڀاو استاپن ٿيل آهن، انهن جي ڀچر به سائنس دانن ڪانه ڇڏي آهي. انهن ڀاون جو اڀياس ڪري، سندن ڇنڊ ڇاڻ ڪري، وڱيانين نرنئه ڪيو آهي ته اهي[8] بنيادي ڀاو ڪل نو (۹) آهن:-

---

1. Onomatopoeia 2. Divisions 3. Sub-divisions 4. Aims 5- Sources 6- Manifestations 7- Lists 8- Basic emotions.

۱- پريم ۲- هسي ۳- شوڪ ۴- ڪروڌ
۵- اُتساهہ ۶- ڀوءِ ۷- ٻڇان ۸- وسميہ
۹- وئراڳہ.

ڪوي هڪ سريشٽ منش آهي. ڪويءَ جي هردي اندر اهي جيڪي ڀاو آهن تنهن جو اُدگار[1] وڌيڪ زور ڀريو ٿئي ٿو. سريشٽ ڪوي، ڌن لڳائي، ٻين سريشٽ واڻيءَ منجهہ، هرهڪ ڀاوَ، سمي پٽاندر، پرگهٽ ڪري ٿو. ڪويءَ جي انهيءَ ڌن ڪارڻ، سندس هرهڪ ڪوتا، جنهن منجهہ: ڪويءَ الڳہ الڳہ ڀاوَ پرگهٽ ڪيو آهي، انمان پالت جو رس پڙهي ٿو، جئن تہ، پريم ڀاو پرويش ڪيل ڪوتا منجهان، پريم سنبندي رس پڙهي ٿو، جنهنکي ڪاويہ شاستر ۾ ڪونيو اٿن، "شرنگار رس" يا "سينگار رس". مٿين نون ڀاون منجهان اُٿين تيندڙ نو رس، انهن جا نالا هينيان آهن:—

۱ - شرنگار رس[2] ۲- هاسيہ رس[3] ۳- شوڪ رس[4]
۴- ڪوپ رس[5] ۵- ويررس[6] ۶- ڪروڌ رس[7]
۷- (اُديوت) ٻڇان رس[8] ۸- اچرج رس[9] ۹- شانت رس.[10]

---

1- Outburst.

2- The Erotic 3- The Mirthful 4- The Pathetic

5- The Furious 6- The Heroic 7- The Frightful
8- The Disgustful 9- The Marvellons 10- The Quietistic.

# رسيلي رچنا يا ڌن ڪاويہ.

ڪاويہ شاستر[1] ۾ ڪاويہ ٽن ورگن ۾ ورهايل آهن:-

١- **ڌن ڪاويہ**[2]: جنهن منجهہ ڪويءَ ڌن لڳائي، پنهنجا ڀاو ڦوڪيا هجن، جنهن سبب ڪاويہ رچنا رسيلي ڪيل هجي. ڌن ڪاويہ، اتم ڪاويہ سڏبي آهي.

٢- **گڻ گپت ڪاويہ**[3]: جنهن منجهہ ڪاويہ جو سچو گڻ، يعني ڀاوُ ۽ رس، النڪار منجهہ گپت رکيل هجي، جنهن منجهہ شبد شڪتي[4]، ارٿ شڪتيءَ[5] کان وڌيڪ هجي. اهڙي ڪاويہ مڌيم ڪاويہ[6] سڏبي آهي.

٣- **چتر ڪاويہ**[7]: جنهن منجهہ ڪوبہ ڀاو رس پرويش ٿيل نہ هجي ۽ فقط شبدن جي چٽسالي ٿيل هجي. گهڻو ڪري انوپراس ۽ يمڪ النڪارن رستي چتر ڪاويہ جڙي ٿو. اهڙي ڪاويہ جي پدوي سڀ کان گهٽ آهي.

---

1- Poetics 2- Emotional (or Suggestive) Poetry 3- Poetry of Subordinate Suggestion 4- Efficacy of Diction 5- Efficacy of Sense 6- Midding Poetry 7- Fanciful Poetry.

مٿين نون (٩) رسن پريل، ڏن ڪوتائن جا مثال
هيٺ ڏجن ٿا:-

## ١- شرنگار رس:

١- پاڻي ڪان ڪمان ۾، ميان مار م مون،
مون ۾ آهين تون، مٿان تنهنجوئي توڪي لڳي.
(شاهه.)

٢- چوڏهين جو چنڊ اڀرين، سهسين ڪرين سينگار،
پلڪ پريان جي نه پڄين، جي حيلا ڪرين هزار،
جهڙو تون سڀ جهان، تهڙو دم دوست جو.
(شاهه.)

٣- جيڪي ڏٺو مان، سو جي ڏٺو جيڏيون،
گهوري ني سان، هوند گهڻن گهوري ڇڏيا.
(شاهه.)

## ٢- هاسيه رس:

١- منهن نه موسيٰ جهڙو، عادت ۾ ابليس،
اهڙو خام خبيث، ڪڏي ڪوهه نه ڇڏئين؟

٢- وڳند وري آيو، بدو بي نماز،
جئن تنر مٿي باز، وڳند لڱن خوشبوءِ لي. (شاهه.)

٣- جنهن کي سولي منڍي چيچ ۾، هو جمالو،
منهن، جو لري ويو لار ڏي، هو جمالو.

## ٣- شوڪ رس:

١- ڏکيءَ ڏمر ناهه بکيءَ کل نہ اُجھي،
اُگھاڙيءَ وهاڻُ، ويو ويچاريءَ وسري. (شاهه)

٢- حقيقت هن حال جي، جي ظاهر کريان ذري،
لڳي ماٺ مرُوئن کي، ڏونگر پون ڏري،
وڃڻ وڻ ٻري، اوير اُيري ڪينڪي. (شاهه.)

## ۴- ڪوپ رس:

١- کر خراب تئين، هيا هچارا!
ٻُوڙيئي ٻُليون پرين جون چوداري چارا،
مرين منهن ڪارا، سڙي انهي سور پر! (شاهه)

## ۵- ويــر رس:

١- ڪاتي ڪلارين ڪپڙين، ور ونا هيو آءُ،
جت سانگين جي سٽ وهي، ات وکہ وڌ ندي پاءِ،
تان تان پوءُ م لاهه، جان جان توڏين نہ چڙهين.
(شاهه)

٢- سورهه مرين سوٽ کي، نہ دل جا وهم وسار،
هڻ ڀالا، وڙهہ ياکرين، آڏي ڀال م يار،
متان ليغ لڙار، مار نہ متارو تئين. (شاهه).

## ٦- ڪروڙ رس:-

١- دهشت ڏوم درياهه پر جت جايون جا نارن،
نکو سنڌو سير جو، مٿي نہ ملاحن،

ڌرندا ڌرياهه ۾ واڪا ڪيو ورن،
سڄا ٻيڙا ٻاڙ ۾ هليا هيٺ وڃن،
پرزو پيدا نه ٿئي تختو منجهان تن،
ڪوجو ڦهر ڪن ۾ ويا ڪين ورن،
آئي آڻ تارن، ساهڙ سير لنگهاءِ تون. (شاهه)

## ٧- اُديوت (ٻڇان) رس:

١- ڳجهڙين ڳارو، راتو ڏينهان رڻ ۾،
ڪائن ڪنگ مارو، ڪاڻڙ پيو ڪنو ٿئي. (شاهه)

## ٨- اچرج رس:

١- عاشق ڏسڻ ۾ آيو، محبوب گل سناسي،
عبرت عجب عجائب، اسرار رنگ عباسي،
(شاهه)

٢- هيءَ طلسم گهڙي جا، چارئون جوڙيائون،
تنيا توٽيون ڏيئي ڪري، هڪ محل اڏيائون.
(سچل)

٣- آب ۾ ءِ تاب ۾ چا نظر دلڪش دلفريب!
نئو نزاڪت، رنگ رونق سان پرهل اشعار آهه!
(بيوس)

## ٩- شانت رس:

١- تحقيق تي تسليم ۾- ميٺي غم وهم،
ته قادر ساڻ ڪرم- اڪاريئه احسان سي.
(شاهه)

جنهن کي لڳو ڦل، سامي ساڻ سنگت جو،
ٻاهر نه ساڙي تنهن کي، ٻوڙي سگهي نه جل،
اندر ٻاهر تنهن جان، رهي اليپ اڇل،
جاڳي مايا ڇل، چڙهي وينو چوڏول ۾. (سامي)

وگيانين، انهيءَ ڀاو ۽ رس سنبنڌي وشيه کي کو اليٽي ختم ڪين ڪيو آهي. هر هڪ ڀاو جا انيڪ روپ، هر هڪ جا ڪارڻ ۽ ڪارج، هر هڪ جا هاو ۽ دشائون، نروپڻ ڪري، انهن جون ياداشتون جوڙيون اٿن. اها ڀاو ۽ رس سنبنڌي وشيه ٻه ايڏي نه آهي جو ڪيس پر لکڻ ڪرڻ ڪاڻ، جدا پستڪ گهرجي. هن پستڪ جو انهيءَ وشيه سان وشيش پروجن ڪو نه آهي پر امرت ڏن چند جوڙڻ لاءِ، رس ۽ ڀاو سامگريءَ مان ڪجهه سهايتا گهرجي ٿي، انڪري ٿي متس سرسري روشني وڌل آهي.

## امرت ڌن چند ۽ وير رس.

امرت ڌن چند ۾ وير رس جي ضرورت آهي.
هن ڀاڱي جي آد ۾ ڏنل چند جــي ٻوين چئن پادن منجهه، بانڪا بهادر بادل، تنجي ويرتا پرگهٽ ڪيل آهي. ورليه الوپراسي امرت چند منجهه، جي، ڪوي پنهن جي اُتساهه ڀاو جي ڌن لڳائي، وير رس قوڪي

تو، نه پوءِ ٿي، "امرت" ڇند، "امرت ڌن" ڇند بڻجي راس ٿئي ٿو.

انهيءَ ريت، ڇند وگيانـي، النڪارن ۽ ڀاو- رس سنبنڌي سامـگرين جو ورتاءُ ڪري، ڇندن کي ڪاويه پدويءَ تي رسائين ٿا.

---

## ڇڙي ڪوتا:

مٿي، صفحي ١١٥ تي، پنهنجيءَ ڇڙي ڪوتا جو ذڪر ڪيل آهي، جنهن جو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

فقط ڪم ڪرم سان تنهنجو، نه تنهنجي لاءِ سان ڪوئي،
نه ڦل جي ڪر وري چنتا، نه ڪي ڪر سنگ سستيءَ سان.

---

ڇڏي جو ڪامنائون سڀ، هلي اڳتي نرالو ٿي،
اهنڪار ۽ ممت ماري، انهيءَ کي تو ملي آنند.

---

ڇڏي سڀ سنگ، پنهنجو ڪرم، جاڳي ڌرم، پورو ڪر،
ائين ڪرم ڪرڻ سان ئي، پرم پدوي ڪندين حاصل.

---

نه خوش ٿئي يا ڌڪاري جو، نه چاهي يا ڪري جو شوڪ،
پلو سڀ ۽ برو لياڳي، پڳت سوئي پرين مون کي.

(ڀڳوت گيتا مان)

# چند ۽ سنگيت.

ميان محمد صديق ميمڻ جيڪي شاهه ڀٽائيءَ جي ڏوهيڙن بنسبت پنهنجي ڪتاب "سنڌ جي ادبي تاريخ" ۾ لکيو آهي، ان جو ذڪر، هن ڪتاب جي ڀاڱي ٻئين منجهه ڪندي، ڏيکاريو ويو آهي ته گهڻيون غلطيون ميمڻ صاحب کان انهيءَ سبب ٿيون آهن جو هن صاحب کي، اها ڄاڻ ڪانه هئي ته چند وديا ٻي آهي ۽ سنگيت ودياٻي آهي.

ڳائيندڙ جو مدار، ڪوي، چند ودوان ۽ سنگيت وگياني، تنهي تي، آهي. ڪوي نه هجي ته ڳائيندڙ کي جيڪر اهي رس ميسر ٿي نه سگهن، جنسان، ڪوي، دل لڳائي، پنهنجين ڪوتائن کي وسيلو ڪري سگهيٿو. چند ودوان نه هجي ته ڪوي جيڪر رڳو ڇڙي ڪوتا چئي سگهي، جا پد-رهت هئڻ سبب، پدن ۾ رچنا نـه آهي ۽ ڳائيندڙ لاءِ ڪارگر بنهه ڪانـه آهي. سنگيت وگياني نه هجي ته ٺاٺ ڪير ٺاهي، راڳن ۽ راڳڻين جو مانڊاڻ ڪير منڊي، ۽ ليه، تان، ٽيو، ۽ ٻي سنگيت سامگري، آنسان ڳائيندڙ جي ڄاڻ ڦهلاڻ ڪير ڪرائي؟

ميمڻ صاحب، دوها چند کي جو سنگيت ودياسان ڳنڍيو آهي سو شايد انهيءَ ڪري جو هن صاحب جي ور ڪو سنگيت وديـا جو اڌ وراڻو پستڪ چڙهيو تو

پاڻهي، جنهن منجهه برابر آواز جي چوٽائي ۽ ڏگهائي، توڙي ٽڙيءَ جي ور وڪڙن جو ذڪر ڪيل آهن. سنگيت جا پد به ”لگهو“ ۽ ”گرو“ ٿين ۽ انهن منجهه به ماترائون ٿين، پر سنگيت جي لگهو ۽ گرو پدن جو حساب ٻي اوڙ آهي. سنگيت ۾ لگهو ”تال“ آهي اُها ويرم جا ٻن تارين ٺوڪڻ جي وچ ۾ گذري ٿي. سنگيت وارن جو ڪٿن آهي تہ اها ويرم اٽڪل ٽن کان نون ماترائن جيتري آهي، پر، عام طرح منجهس چار ماترائون ڳڻيون وينديون آهن. سنگيت جي گرو تال ۾ ٻہ ٻہ لگهو تال ٿين.

برابر، ڇند وديا ٻي آهي ۽ سنگيت وديا ٻي آهي. پر، راڳ جي اوچي درجي کان اڳم، پرورتي دؤر ۾، ڇند وگياني، ڳائيندڙ ڪي پنهن جيءَ ڇند سامگريءَ جي سهائتا ڏني ٿو. ڪيترا ڇند جڙيل ٿي ائين آهن جو ڳائن وديا جي ليہ ۽ تال تي پورا آهن. منجهائن، للت پد ڇند ۽ چؤپائيءَ جي رچنا ٿي اڳيئي چٽي روشني وڌي ويئي آهي. انهن ٻنهي نمونن جي ڇندن ۾ هڪ وشيش ڳڻ هيءُ آهي تہ هرهڪ پاد چون ماترائون ”پدن“ ۾ وراهيل آهن. چوپائيءَ جي هرهڪ پاد ۾ چار، چوڪنن جا ”پد“ آهن، جي تاري وڄائيندي يا پير هڻندي ڳائڻ ۾ مزو ڪن. للت پد ڇند ۾ ساڳي ”ليہ“ آهي. ڀاڱي سورهين ۾ امرت ڌن ڇند جي رچنا سمجهائيندي،

ڏيکاريو ويو آهي ته انهيءَ ڇند جي پوين ڇهن پادن جون ماترائون اٺن ماترائن جي سموهن منجهه وراهيل آهن. انهيءَ نمونيءَ به، ليه اٿپن ٽيل آهي. پاڳي پندرهين ۾ جيکي ورڻ ڇند رچنائون سمجهايل آهن تن ۾ اچڻ جي پيهڪ اهڙي ته هڪجهڙي آهي جو اهي ڇند پاڻ مراد و پوري تال ۾ ڳائجي سگهن ٿا. ساڳيءَ باب ۾ وڌل ماترڪ ڇند رچنائون، تن منجهه خاص ڏيان هن سلسلي ۾ "وهاري ڇند" ڏانهن ڇڪائجي ٿو.

ڇند شاستر ۾ پيا به گهڻيئي اهڙا ڇند ڇاڻايل آهن جي يت، لکبندي ۽ پد پربند هئڻ ڪري، سنگيت لاءِ ڪارگر آهن. منجهائن ڪن ٻين جي رچنا به هيٺ سمجهائجي ٿي:

## ١- جهولڻا ڇند: (٣٦ ماترائن وارو)

يت جو استان ٧-٧-٧-٥ ماترائن پنيان آهيس. انت ۾ هڪ گرو ۽ هڪ لگهو ٿئيس، گهڻو ڪري يت جي استان وٽ لکبندي ٿئيس.

### هندي مثال:

٧ + ٧ + ٧ + ٥ =٢٦

ايشيڪ ڪي - بهه گاٿ شري - رگهنات شري نرڪوڙ

## ٢- جهولنا ڇند: (٣٧ ماترائن وارو)

يت جو استان ١٠، ١٠، ١٠، ٧ ماترائن پنيان آهيس انت ۾ يگڻ اٿس.

گهڻو ڪري يت جي استان وٽ لکبندي ٿئيس.

## هندي مثال.

١٠ / جيت شري جانڪي + ١٠ / پڪتدا گيانڪي -

١٠ / سد سنمانڪي + ٧ / دان واري = ٣٧

چند وديا ۾، ڪن ٻڌن چندن جو بـــ پر ٻنڌ ڪيل آهي. اهڙن ٻن ٻڌن چندن جي رچنا هيٺ ڏجي ٿي:

**١- ڌر پد گيت:** هر هڪ ٽڪ ۾ ٣٢ لگهو اچر ٿين،

يت جو استان اٺن اٺن ماترائن ٻنيان ٿئيس،
ٽڪبندي ۾ اٺن اٺن ماترائن ٻنيان آهيس،
يعني ته هر هڪ پاد چئن ٽڪبند "پدن"
۾ ورا هيل آهيس.

هڪ هندي "ڌر پد گيت" هيٺين اڪرن سان شروع ٿئي ٿو پر سڄو هت اچي نه سگهيو آهي:

"لهه آسن بسن گهه سرگه سدن."

**٢- ميرو گيت:** هر هڪ پاد ۾ ٢٦ ماترائون اٿس: پد ۽ يت هيٺئين موجب آهنس:

١٦ / ٦-٤-٤-٢ + ١٠ / ٤-٤-٢ = ٢٦

هڪ هندي "ميرو گيت" هيٺئين اڪرن سان شروع ٿئي ٿو پر سڄو هت اچي نه سگهيو آهي:

٦ / ٻڌن ڪري + ٤ / من لا + ٤ / ئي يا + ٢ / ئي

ٻرورلي ڏؤر ۾ ئي، ڪي ڪوي، چند سامگري۽

جي سهائنا سان اُهي گيت رچنائون جوڙين جي سنگيت ۾ بلڪل رسيليون ٿين. مثل، گيت جـي ٽل ۾ هڪ لنبڙي ٽڪ "ٽيڪ" ڪري وجهن جا آستائي ٿي ڪم اچي، ۽ پوءِ پاڻ منجهه، انهيءَ ئي چند جا پُورا پاد درج ڪن. شاهه ڀٽائيءَ جي ڪن واين اڳيان، "ٽيڪ" جيان اکر چيل آهن، جن سبب انومان ڪڍيل آهي تـه ڪي وايون، ڪافيءَ جي ايجاد آهن، جئن تہ:

هوت ٽينا جو دلبند،
هيڏي هوڏي سپرين، ڪاڏي وار يان ڪند،
چڙهي ڏاڍاين ڏونگرين، راهه پڇايان رند،
ساڄن سينگا سنهڻو، سائينءَ جو سؤگند،
اديون، عبداللطيف چئي، ميڙ پندم صمد.

بيو مثال آهي هي تہ ٽيڪ بيهار ين هڪ چند تي ۽ انترا بيهارين ٻئي ڪنهن چند تي.

اهو پرور ٿي دور ختم ٿئي ۽ سنگيت جو دور شروع ٿئي، ان بعد چند ودوان ڪـي سنگيت وگياني جو ساٿي نہ، پر آگيا ڪاري ئي ٿي رهڻو پوي ٿو. سپتڪن جي پانت پانت جي تانن، راڳن ۽ راڳڻين پٺاندر، چند رچنا گهرجي تي جنهن موجب، چند وگيانيءَ کي سنگيت وگيانيءَ جي آگيا پٺاندر هلي، چند جوڙي ڏيڻا پون ٿا.

هيءَ وشيہ بہ ايڏي تہ اوکهين آهي جو ڪيس نرڻئہ ڪرڻ ڪاڻ هڪ چڱو چوکو، الڳہ رسالو گهرجي.

## ٻاڱو ارڙهون.

# پستڪ سُوچي.

هن پستڪ تيار ڪرڻ ۾، گهڻن سنڌي ڪتابن کان سواءِ، ٻين ٻولين جي ٻه. ڪيترن ڪتابن کان سهايتا ورتل آهي، جن مان ڪن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:-


### انگريزي ڪتاب

| | |
|---|---|
| 1. Horrowitz | Short History of Indian Literature |
| 2. Keith | History of Sanskrit Literature |
| 3. Datta | Prosody & Rhetoric |
| 4. Blochhman | Prosody of the Persians |
| 5. ,, | Persian Metres |
| 6 Gummere | Poetics |
| 7. Dr De | Sanskrit Poetics |
| 8. Kane | Sanskrit Poetics. |

### هندي ڪتاب

١- پنڊت رام ڀوري شڪل ... ڪاويه پرديپ

٢- لالا ڀڳوانديِن ... النڪار منجوشا

٣- ورج رتن داس ... ڀاشا ڀوشڻ

٤- آر پنڊت شرما ... النڪار پرڪاش ۽ پنگل ڪؤمودي

٥- متفرقه ڇندن جا ڪتاب ۽ چوپڙيون.

### اردو ڪتاب

١- سخا دهلوي ... محبوب الشعرا

٢- مرزا احمد شاه بيگ ... جواهر العروض

٣- پروفيسر عبدالمجيد ... جديد علم عروض

٤- خواجه محمد عبدالرؤف ... شاعري کي پهلي ڪتاب.


—— سماپت ——



نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي
ادبي نالو : سورهہ ميراڻي
جنم : 08.04.1975
جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقہ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.
تعليم : M.A سنڌي
ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
برهہ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع
صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488
اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

